## اسٽاڪسٽ

- پنائي بڪ هائوس گاڏي کاتو حيدرآباد.
  Cell#0322_3011506
- سنڌي ادبي بورڊ جو بڪ اسٽال حيدرآباد.
- قليچ ڪتاب گهر لئنگيئج اٿارٽي حيدرآباد.
- سنڌيڪا بڪ شاپ گاڏي کاتو حيدرآباد.
- ڪلچر ڪتاب گهر سامهون ايم پي اي هاسٽل ڪراچي.
- گل ڪتاب گهر لکي در شڪارپور
- مهراڻ ڪتاب گهر گهنٽي ٽاڪ نيئر سپنا لان لاڙڪاڻو.
- مهراڻ ڪتاب گهر سانگهڙ فون: 03332920933
- فڪشن بڪ هائوس رابعه اسڪوائر حيدرآباد.
- شاهه لطيف ڪتاب گهر گاڏي کاتو حيدرآباد.

---


## سچائي اشاعت گهر جو ڪتاب نمبر 92 هون







| | | |
|---|---|---|
| ڪتاب جو نالو | : | نيرا خواب |
| موضوع | : | شاعري |
| شاعر | : | مير حاجن مير |
| ڇاپو | : | پهريون، ڊسمبر 2012 |
| ٽائٽل ڊزائين | : | مور ساگر |
| ڪمپوزنگ | : | جهانزيب جوڻيجو |
| ڇپائيندڙ | : | ساحل پرنٽرز رابعه اسڪوائر حيدرآباد. |
| ڇپيندڙ | : | سچائي اشاعت گهر - دڙو فون: 0301-3640468 |
| | | ساحل پرنٽرز اينڊ پبلشرز حيدرآباد 03332634650 |

**قيمت: Rs_150/=**

---

NEERA KHWAB written by: MIR HAJAN MIR
Published by: Sachai Ishait Ghar, DARO, Sindh.
Edition First, 2012. Cell: 0301-3640468
Price Rs. 150/-

# ارپنا

مخدوم محمد جعفر بوبڪائي

ديوان ننديرام مير چنداڻي سيوهاڻي

(جنهن پهريون درسي سنڌي ڪتاب 1853ع ۾ مرتب ڪيو)

حڪيم فتح محمد سيوهاڻي

گورڊن پارتي

۽

محمد ابراهيم جويو

# سٽاءُ

# پنهنجي پاران

سچائي اشاعت گهر پاران نئين ٽهي جي سُٺي شاعر "محترم مير حاجن مير" جو ٻيو شعري مجموعو "نيرا خواب" اوهانجي هٿن ۾ آهي، سچائي اشاعت گهر سدائين اها ڪوشش ڪئي آهي تہ نئين ٽهي جي ليکڪن جي همت افزائي ڪجي، انهن جا ڪتاب ڇپائجن ۽ کين موقعا فراهم ڪجن تہ هو پنهنجون لکڻيون پڙهندڙن تائين پهچائين. سنڌي ٻولي جا هينئر ڪيترائي اهڙا ليکڪ آهن، جن جي لکڻين کي سڀ کان پهرين "سچائي اشاعت گهر" ئي ڇپائي پڌرو ڪيو.

مير حاجن مير، هاڻ پڙهندڙن لاءِ ڪو نئون نالو نہ آهي، هن کان اڳ سندس شاعريءَ جو مجموعو "رنگ خوشبو ۽ گل"، ڇپجي پڙهندڙن تائين پهچي چڪو آهي.

مير حاجن مير، هڪ ڪلمڪ، يارويس، مهربان، هڏ ڏوکي ۽ قلندر جي نگريءَ جو رهاڪو هئڻ ناتي قلندرانہ طبعيت جو مالڪ آهي، ان سان گڏ هو هڪ حساس ۽ با شعور فرد هئڻ جي ناتي، هر قسم جي ٿيندڙ وار تائين، ڀوڳنائن ۽ پيڙائن کي روح جي گهراين تائين محسوس ٿو ڪري، جنهن جي نتيجي ۾ سندس اندر جا احساس لفظن جو روپ وٺي، ڪڏهن غزل تہ ڪڏهن وائي، ڪڏهن هائيڪو تہ ڪڏهن بيت جو روپ اختيار ڪري ٿا وٺن.

مير حاجن جي شاعريءَ ۾ ندرت سان گڏ، صوفياڻون رنگ بہ غالب نظر اچي ٿو ان ڪري مير جي شاعري پنهنجن ٻين همعصرن کان ٿوري مختلف نظر اچي ٿي.

**يوسف سنڌي**
0301_3640468

# دل تي اُڪريل چٽ

(مهاڳ)

هي هڪ پراڻو پهاڪو آهي، "جاءِ اُها جلندي آهي، جتي باهه ٻرندي آهي." ائين منهنجي ذات ڪن سماجي حادثن جي آڳ ۾ مسلسل جلندي رهي آهي، ان ڪري ٻين ڪيترن ڪمن سان گڏ لکڻ به جڻ مون کان وسري ويو آهي، لکڻ لاءِ ۽ خاص طرح تخليقي لکڻ لاءِ اجائي ڪوشش بي معنيٰ هوندي آهي، ان ڪري مون زور ڏئي ڪڏهن به لکڻ جي ڪوشش نه ورتي آهي. منهنجي ويجهو شعر هجي يا نثر هِڪ اندروني اُڇل کان سواءِ ڪجهه به نه هوندو آهي. اهڙي اندروني اُڇل جا ساگر مان لُوهه ڏئي اُڀرندي آهي، جنهن کي ڪير به روڪي نه سگهندو آهي.

منهنجي ان اُڇل جي انتظار ۾ ڪي مهاڳ سڙندا رهيا آهن، جن مان ٻن ڪتابن جا سرجڻهار مايوس ٿي رسي ويا آهن. پر مير حاجن مسلسل پنهنجي ڪتاب جي مهاڳ جي انتظار ۾ آهي، ۽ مان مسلسل ڪيس دلاسن جي چانوري ۾ ترسائيندو آيو آهيان. هن وٽ وڏيڪ برداشت آهي، جنهن اڃان تائين آسرو پليو ناهي، جيئن شيخ اياز جي سٽ "پلي آس ٿر مان نه آ، توهرن" آهي.

اڄ وري مير حاجن جي ڪتاب جا ورق پڙهيا اٿم. پڙهندي پڙهندي پتين تي ڪڪر ڇيري اُس لهي آئي آهي، جا ڪجهه گهڙيون اڳ اوپر جي اُپريل سج ۾ اوجهل هئي. تخليق جو عمل به ائين وقت سان گڏ سفر ڪندو آهي، ڪڏهن اهو ستارا ستارا رات وانگر هوندو آهي، ڪڏهن اُهو پرهه جي باکن وانگر هوندو آهي ۽ ڪنهن اُس ڇانوَ جي ڇاڇن وانگر هوندو آهي، هي سفر نه رڳو بي انت آهي، پر مسلسل سفر به آهي، جيئن هن ڪتاب جي شاعريءَ جو سفر آهي.

هيءَ مير حاجن جي شاعري آهي يا، سندس اهي ڏٺل نيرا نيرا خواب آهن. جن جي پس منظر ۾ هن جي جاڳ ۽ ننڊ جو سفر ڦهليو پيو آهي.

منهجي نظر ۾ شاعري نيرن نيرن خوابن جو سفرنامو هوندي آهي، جن کي عام اکيون ايترو چٽائيءَ سان نہ ڏسي سگهنديون آهن، جيترو چٽو خاص اکيون ڏسي سگهنديون آهن.

مير حاجن جي شاعريءَ جي پهرئين مجموعي جو نالو "رنگ، خوشبو گل" هو جيڪو هن ساڳي پيار منجهان، سيوهڻ مان، مون ڏي نوابشاهہ اماڻيو هو جنهن پيار سان هن پنهنجي ٻئين شعري مجموعي جو مون ڏي هي مواد اُماڻيو آهي، جنهن جو نالو "نيرا خواب" آهي.

فرائڊ خوابن کي ننڊ جي تڪميل لاءِ ضروري سمجهي ٿي، مان ننڊ سان گڏ هِڪ مثالي سماج اڏڻ لاءِ بہ خوابن کي لازمي قرار ڏيان ٿو ان ڪري بہ تہ خواب جا ...ن نفسياتي سرحدون اورانگهي سماجي عمل جو حصو بنجن ٿا تہ هِڪ تمثيل جي شڪل اختيار ڪري وڃن ٿا. هاڻ جڏهن اسين خوابن بابت ڳالهائينداسين تہ اُهي خواب هڪ شاعر جي اُٽيل تمثيل ئي هوندا ۽ اهي اکين کان وڏيڪ سماج جي ترجماني ڪندي نظر ايندا.

"نيرا خواب" ڇو؟ ان جو جواب شاعريءَ جي تمثيلي خوابن مان بہ ڳولي سگهجي ٿو تہ پنهنجي تصوارتي دنيا مان بہ تلاش ڪري سگهجي ٿو. هونئن منهنجي نظر ۾ خواب جو ڪو بہ هڪڙو رنگ نہ هوندو آهي، بلڪہ ان جا اوترا رنگ هوندا آهن، جيتريون يادگيريون هونديون آهن، جيترا اوجاڳا هوندا آهن، يا جيترا بي چئن خيال هوندا آهن.

مير حاجن جي شاعري، سنڌي شاعريءَ جو نئون جوان آواز آهي، ان ۾ سيوهڻ جي نغارن جهڙي گونج بہ اهي ۽ ميلي ۾ گهمندڙ خواهشمندن جي اڻ تڻ بہ آهي.

مير حاجن جي هن شعري ڪتاب ۾ خواب، چانڊوڪيون يادگيريون ڪجهہ سرس آهن. ڳالهہ هن جي غزل کان شروع ڪجي ٿي:

هڪ شڪاري هيو هن کي گهائي ويو،
ڪونہ پُورو ٿيو نيرڳيءَ جو سفر!

وار ڪوليا سجڻ! آهي خوشبو اُتي،
من ۾ مُرڪي پيو عاشقيءَ جو سفر!

وقت جي ڊوڙ ۾ شهر لُٽجي ويا،
هڪ لُڊاڻو نہ هئو ڪيئي نالا هئا.

هونئن تہ اوندهہ هئي، زندگيءَ ۾ رڳو
تون جو آئين تہ تي ويا اُجالا هئا.

ڪوتہ مندر، ڪليسا ۽ مسجد ۾ گم،
مون عبادت ڪئي، آدميءَ کي چُمي.

شام جُهڙالي، هير ٺڏيري،
من کي ياد ورائي وئي آ.

نيري اُپ جي مٿان اڄ بہ ڳونجون ڏسي،
جيءُ جُهرندو رهيو ڪو وري شام جو.

گل ڪونہ ڪپهہ جو ڪو ڪيئن پاڻ ڏکيون اُوگهڙ،
سئو گهاو سَنا ماڻهن، ڪنهن ڪين خوشي ماڻي،
توکي بہ وٺي ڏينديس، هن عيد تي مان ڪپڙا،
تي ماءُ چيو ڏيءَ کي، تون روءِ نہ ڏيءَ سياڻي!

تاريخن جو شيشو ميرو تحريرن جو شيشو ميرو،
صديون گذريون ڪنهن بہ نہ اُگهيو تصويرن جو شيشو ميرو.

ڪچي گهر جا ڪوٺ ڪري پيا پاڻيءَ ۾،
منهنجا سارا خواب ٻڏي ويا پاڻيءَ ۾.

پوپٽ جهڙو سندر چهرو
نيڻن ۾ ترسائڻ گهرجي،

مڌ پيالو پيئڻ کان پوءِ،
جُهومي جُهومي ڳائڻ گهرجي.

ڪو چاهه ملي دل کي، ڪو درد وڃي گهٽجي،
ڪو گيت نئون ڇيڙيون، سرتار جي موسم ۾.

موسمون تہ چار ٿينديون آهن، پوءِ هيءُ سرتار جي ڪهڙي موسم ٿيندي آهي؟ ها هيءُ سُرتار يا سنگيت جي هڪ الڳ موسم ٿيندي آهي، جا صرف شاعريءَ جي جهان ۾ جنم وٺندي آهي.

مير حاجن جي مٿين غزل جي ٽورن شعرن مان، هن جي پختگيءَ کي اوس محسوس ڪري سگهجي ٿو. فني پختگيءَ سان گڏ هن وٽ جيڪا فڪري گهرائي آهي، ان کي ڏسي يقين ٿي وڃي ٿو تہ هيءُ شاعريءَ مير حاجن جي انهن اوجاڳن جو ثمر آهي، جنهن جي چاليهي ۾ پڇي بہ هو محو سفر ۾ آهي ۽ ٿڪو نہ آهي.

مان پيش ٿيل مثالي شعرن جي ست ست ڀيرا بار بار سوچيان ٿو ۽ خوشيءَ سان گڏ حيران بہ ٿيا ٿو تہ هيءُ شاعري هوائي نہ آهي، جا هڪ جُهوٽي وانگر اچي ۽ بدن ڇُهي گم ٿي وڃي بلڪ هيءُ شاعري پڪاسو جي تصويرن جي رنگن وانگر آهي، جنهن جا احساس صديون گذرڻ بعد بہ گم نہ ٿي سگهيا آهن. هڪ هڪ شعر تي تبصرو اجايو ٿيندو. مان هڪ شعر جي افاديت ويچاريان ٿو جنهن ۾ تلميح جو استعمال آهي.

وقت جي ڏوڙ ۾ شهر لٽجي ويا.
هڪ لڏاڻو نہ هو ڪيئي نالا هئا.

هن شعر پڙهڻ کان پوءِ منهنجي آڏو شاهہ جي رسالي منجهان سُر 'مومل راڻو' هڪدم تري اچي ٿو ۽ لُڏاڻي جا اهي سڀ تاريخي ڪردار

تري اچن ٿا. جن جي ڪهاڻين جا رنگ اڄ اسان جي عِشقيہ تاريخ جو امر حصو آهن.

تخليقي شاعري ذهن ڏونڏاڙي ڇڏيندي آهي، تخليقي شاعري رڳو حال جي ترجمان نہ هوندي آهي، پر اُها ماضيءَ سان گڏ مستقبل جي آئينہ دار بہ هوندي آهي. جيئن مير حاجن جي هيءَ وائي آهي:

دل جي گهايل گهاٽ تي،
نيٺ چمڪي چنڊ پوندو!
نيٺ پنهنجي ديس جي،
ڪاري ڪاري ٻاٽ تي،
نيٺ چمڪي چنڊ پوندو!
بر ۾ باهيون ٿيون ٻرن،
ٿر جي واري واٽ تي،
نيٺ چمڪي چنڊ پوندو!

جيتوڻيڪ هيءَ هڪ عروضي وائي آهي، پر ان جي سٽن جو سٽاءُ ڪلاسِڪ آهي، "دل جو گهايل گهاٽ" يا "ٿر جي واري واٽ" ڪلاسِڪ احساس جون سِٽون آهن.

مير حاجن ماترڪ چند تي بہ وايون لکيون آهن، ڪجھ بند هيٺ ڏيان ٿو:

ڪانهي ڪاٿي ڀي ملي،
پيير رکڻ جي جاءِ،
شيشا شيشا راھ آ.
نيرا نيرا خواب ها،
ساپيا ڪين ٿيا،
منهنجي اکڙين جا.
هڪڙي ڳالھ چوانءِ!
ڇا لئہ رسندي آن!
ٿوري ٿوري ڳالھ تي.

مير حاجن جي شاعري مشاهدي سان گڏ پنهنجي مشق ۾ بہ پچي رهي آهي، اُها ڪيترن هنڌن تي پنهنجو سلوڻو ۽ سِڌو رستو بہ ناهي چڪي آهي، جيئن هنن ٽن بندن ۾ تي الڳ الڳ سِٽون وينگس جي سِڌي سينڊ وانگر آهن، "شيشا شيشا راهہ"، "نيرا نيرا خواب" يا "توري توري ڳالهہ" مير کي وڏيڪ شاعريءَ جي ويجهو اچڻو پوندو ان جي وڏيڪ نازڪڻي ۽ گهرائيءَ کي پنهنجو ڪرڻو پوندو. ڪڏهن ڪڏهن لفظ اندر جي گهرائيءَ کي نہ بہ اوتي سگهندا آهن، ايئن ڪجهہ شاعريءَ جا تصور ورجائجي ورجائجي عام تي ويندا آهن، ۽ پنهنجي خاص معنويت وڃائي ويهندا آهن، تڏهن شاعر کي گهڻو ڌيان رکڻو پوندو آهي، هر هڪ ڳالهہ جي هڪڙ اصل ڪيفيت، اصل حساسيت ۽ اصل سطح هوندي آهي، ان کي چٽڻ وقت خاص خيال رکڻو پوندو آهي نہ تہ ان کي بلڪل نظرانداز ڪري ڇڏبو آهي. نہ وري ان کي وڌائي پيش ڪبو آهي جو ڳالهہ جي حقيقت مصنوعيت ۾ بدلجي وڃي، جيئن:

آئي جو اي ميل،

ڪمرو خوشبو ٿي ويو!

اِي ميل جي اچڻ سان ڪمرو خوشبو نہ ٿي سگهندو آهي، بلڪ پڙهندڙ جي احساسن جي ڪيفيت خوشبو ٿي سگهندي آهي، باقي ڪڪرن جي برسڻ سان پهرين اگهڻ پوءِ ڪمرو خوشبوءَ ۾ بدلجي ويندو آهي، سٽون جڏهن پنهنجي پوري ۽ تز معنيٰ نہ ڏئي سگهنديون آهن، تہ پوءِ اُهي وڏيڪ اجاريون ٿي وينديون آهن. وڏيڪ اندر ۾ اڻ تڻ پيدا ڪري ڇڏينديون آهن. اهڙي اڻ تڻ پڙهندڙ کان وڏيڪ شاعريءَ جي تخليقي عمل ۾ پيدا ٿيڻ گهرجي، هڪ سچي شاعر لاءِ بنهہ ضرور آهي تہ هن کي معنيٰ سان گڏ لفظن ۾ ترنم جو بہ علم هجي هن کي خبر هجي تہ ڪهڙا لفظ ڪيئن ترنم پيدا ڪندا آهن، ۽ ڪهڙا لفظ منجهن اچي ترنم ٽوڙيندا آهن، جي شاعر ان کان لاپرواهہ ٿي ويو تہ پوءِ هن جي شاعري ڪڏهن بہ هوا جو گيت نٿي بنجي سگهي، هر سچي شاعر جيان مير حاجن جي بہ آس آهي تہ

هن جي ديس تي هميشہ ڪڪر وسندا رهن، ۽ هن جي مٽي مهڪندي رهي ۽ هير خوشبو تي گُهلندي رهي.

هلڪي هلڪي بوند وسي،
پوڏيسر جي مٽي مهڪي،

## خوابن کي تعبير ملي

شاعر رڳو خوابن جا ترجما نہ هوندا آهن، بلڪ اُهي خوابن جي تعبير لاءِ جاکوڙي بہ هوندا آهن.

مير حاجن پنهنجو شاعراڻو اظهار غزل، وائي، ڏيڍوٽي، نظم ۽ ٻين صنفن ۾ ڪيو آهي، اها گهڻ صنفي مشق بہ ساک پري تي تہ هُو هڪ رُخو شاعر نہ آهي هن جي هڪ نظم "ذات انوکيءَ" جو بہ ستون آهن:

گهاٽي چانوَ بہ ٽيندي آهي،
دل تي چٽ چٽيندي آهي!

ذات جڏهن گهاٽي چانوَ ٽيندي ۽ دل تي چٽ چٽيندي آهي، تڏهن فطرت کي مٽس گهڻو پيار ايندو آهي، مون کي بہ مٽس پيار اچي ٿو مان مهاڳ جي پُوري / اڻپوري ڳالهہ مير حاجن جي هڪ ڏيڍوٽي تي ختم ڪريان ٿو جنهن تي مرشد لطيف جي بيت "اکين ۾ تي ويهہ" جو روشن چانورو آهي.

رک پيار اکين ۾ تون!
ڪر هاڻ ڪٽي پنهنجو ويهار اکين ۾ تون!

**وسيم سومرو**
برسات جي شام
30 آگسٽ 2012ع
عظيم ڪالوني، نوابشاهہ سنڌ



# نم جي ٽٽڙي ڇانو جهڙو شاعر

جديد سنڌي شاعري جي ميدان ۾ نوجوان شاعرن، پنهنجي شاعراڻي هُڳاءَ سان سنڌي شعوري ادب کي قابلِ ذڪر بڻايو آهي. پنهنجي هم عصر دور ۾ شاعرن جي وڏي پيڙ ۾ پنهنجي منفرد شاعراڻي اظهار وسيلي جن نوجوانن سرهاڻ سان واسيو آهي تن ۾ مير حاجن مير به شامل آهي. جن تخليقي شاعرن پاڻ مڃايو آهي، ان صف ۾ مير حاجن مير جو به نالو ڪٽي سگهجي ٿو. روايتي ۽ غير روايتي پيچرن تان گذرندي، مستقبل مزاجي ۽ جهد مسلسل سان شاعراڻو سفر جاري رکيو آهي. ان ڪري مير حاجن مير پنهنجي همعصر دور ۾ بهترين نوجوان شاعرن جي قطار ۾ پنهنجونالو لکائي چڪو آهي. ٻين شاعرن جيان پڻ داخلي ۽ خارجي پهلوئن کي پنهنجي شاعري جو موضوع بڻايو آهي.

سنڌس شاعري ۾ رومانوي پهلو به نظر اچي ٿو. پنهنجي شاعريءَ پهچ وسيلي موضوعن کي نهايت خوبصورتي ۽ حساسيت سان ڇهيو آهي. سنڌس، غزلن، واين، نظمن، ڏيڍوٽن، ۽ هائيڪن جا مختلف رنگ به آهن ته سماج ۾ ٿيندڙ وارتائن جي جهلڪ به سمايل آهي.

مير حاجن مير بهترين انداز ۾ پيار، محبت ۽ زندگي جي مختلف رُخن سان گڏ سماجي چڱاين لڱاين، بي حسين، ناانصافين ۽ ٻين اهڙن انيڪ مسئلن ۽ مامرن کي پنهنجي شاعراڻي حس ۽ حظ سان ڇهيو آهي.

مير حاجن مير پنهنجي محبوب جي بي رخيءَ تي ماتم نه ٿو ڪري نه ان جي تحقير ڪري ٿو محض شڪايت ڀريو سوال ڪري ٿو.

مان تو تنها رهان سال ڪيئي ٿيا،
چو نہ ٿو هيءُ ڪٿي بي رخيءَ جو سفر.

دلبر جي درد ۾ محبوب جي هر ادا توڙي ان سان سلهاڙيل هر معاملو من موهيندڙ۽ دل لُڀائيندڙ هوندو آهي، مير حاجن انهن احساسن کي محبوب جو وجود سُڳنڌ جي ڪاڻ ۽ سار بہ خوشبودار لڳندي آهي، حُسناڪي ڪي هن طرح بيان ڪيو آهي:

وار ڪوليا سڄڻ آهي خوشبوءَ اُتي
من ۾ مرڪي پيو عاشقيءَ جوسفر

سار خوشبو رات تنها، هيڪلائي،
چنڊ چُپ چُپ نيڻ رم جهم، روشنائي.

خوشيءَ جو ڪٿو بہ خرار محسوس ڪندو آهي تہ درد جي هلڪي پٽري بہ پهاڙ پاسندو، شاعر حساس هوندو آهي. سماج جي درد کي پنهنجو درد، هُو پنهنجي اردگرد جي ماحول ۽ حالتن کان ڪڏهن بہ بي خبر رهي نہ ٿو سگهي. انڪري سندس شاعري ۾ درد، نہ صرف سندس اندر جي درد جو آواز آهي پر زندگي ۽ سماجي پهلوئن جو سڳو ڳانڍاپو آهي. سندس درد جي جوت جي اوت ۾ مير حاجن درد ۾ بہ اُتساهہ جو پلئہ هٿان نہ ٿو ڇڏي، درد جي انهن ڪيفيتن کي هن طرح بيان ڪري ٿو شاعري بہ ٻرڻ لڳي ٿي.

درد لهجا مٽيا ٿي هوا جي مثل
زخم ڪوسا هئا عاشقيءَ جو ٻرڻ.

درد دل جون شدتون گهٽجن نہ ٿيون،
پوءِ بہ توسان محبتون گهٽجن نہ ٿيون.

درد جو رشتو مون سان سڱو
شڪ بہ تڏهين مون کان پڳو.

رات ڪاري هئي ۽ مفلسي مٿان،
گهر اُجاڙيو ڇڏي بيوسيءَ جو ٻرڻ.

لفظ ٽانڊا هجن، ٽي ڪي جُگنو ٻرن،
راهہ نئين تو ڏسي شاعريءَ جو ٻرڻ.

ڏور ويندو رهيو شبنمي نيڻ ٽيا،
ساهہ ساڙيو ڇڏي ٻي رُخيءَ جو ٻرڻ.

ڪو تہ هوندو درد دل ۾
ايئن ماٺهو نہ رُئن ٽا.

توکي بہ وني ڏينديس هن عيد تي مان ڪپڙا،
تي ماءُ چيو ڏيءَ کي، روۓ نہ ڏيءَ سياڻي

مير حاجن مير بہ ٻرين جي سونهن ۾ سوپيا ۾ ٻين شاعرن وانگر مسحور نظر اچي ٿو:

ٿُون جو گڏ آن، پوۓ ٿيو
جيئڻ جو احساس. تون ئي مون لئہ خاص آن.

پارا آهن پوهہ جا.
آس ۾ پئي تي حٽان. ڪڏهن ايندي مينڊار.

تون سار اماٽين تي،
مان سمجهان ايئن ٿو. جڻ پيار اماٽين تي.

سماجي اُتل پُتل کان هرگز غافل ناهي، مير حاجن مير سماجي تبديليءَ جي اُتساهہ ڀري سوچ رکندڙ شاعر آهي. مير سماجي تبديلي يا انقلاب ۾ بہ ويساهہ رکي ٿو تہ ان جي آس ساهہ ۾ سانديندي خود بہ اُن جو حصو بڻجي پوي ٿو:

انڌ سان اوندهہ سان،
دودا روز لڙن آڻيندا سي سوجهرو.

دل چاهي ٿي رخ هوا جو زوريءَ موڙيون،
دل چاهي ٿي رات جا ڪارا پڙدا ٽوڙيون.

اڄ بہ پوڙهو ڳوٺ جو
سور ساڳا ٿو سلي. تون سدائين ننڊ ۾.

مير حاجن مير پنهنجي غزلن ۾ نوان نڪور رديف بہ ڪم آندا آهن، جيڪي نوان اصطلاح بہ بڻجي پون ٿا. هڪ سٺي شاعر جي خوبي، تخيلقي صلاحيت کي نروار ڪري ٿي، سندس شاعريءَ ۾ قافيي ۽ رديف جو نئون انداز سهڻو لڳي ٿو "عاشقيءَ جو ٻرڻ"، "جوڳڻيءَ جو بَدن". لفظن جي ڪئميرا وسيلي، جيئن اظهاريو ويو آهي، اهو سٺي پختي شاعر هجڻ جو احساس ڏئي ٿو. مير حاجن مير جي شاعري ۾ عڪس نگاري بہ موجود آهي، سندس هيٺ ڏنل شاعريءَ ۾ عڪسن جي بهترين شاعراڻي هنر کي ڪم آندو آهي. جنهن جو مثال موجود آهي.

(1) وار ڪوليا سڄڻ، آهي خوشبوءِ اُٿي
(2) لمحو لمحو لوڻ لڳي ٿو موٽي آءُ
(3) ٽڏڙي ٽڏڙي هير گهلي ٿي موٽي آءُ

شاعر جي وڏي خوبي اها آهي جو مٿي ڏنل ٽپهرئين شعر ۾ نظري عڪس بہ آهي تہ سنگهڻ وارو عڪس بہ آهي، ٻئي شعر ۾ ذائقي وارو عڪس ٽئي عڪس هڪ سٽ يا هڪ شعر ۾ ڪم آندا اٿائين جنهنڪري اهو ٽنو عڪس بہ جُڙي پوي ٿو ايئن سندس شاعري ۾ ڪوڙ عڪس موجود آهن.

مير حاجن مير جي **شاعراڻي اظهار** منجهان نہ جي ٽڏڙ ڇانوَ جو احساس ٿئي ٿو ان لاءِ ڪيس نہ جي **ٽڏي** ڇانوَ جهڙو شاعر چوندي ڪوبہ وڌاءُ محسوس نہ ٿو ڪريان.

26 مئي 2012

**پروفيسر عزيز ڪنگراڻي**
گورنمينٽ ڊگري ڪاليج جوهي

❀

# آءُ نديءَ جيان ڇلي

سنڌي ادب ۾ نثر جي ڀيٽ ۾ شعر وڌيڪ لکڻ جو رجحان / لاڙو آهي ته نثر لکڻ لاءِ وقت ۽ مطالعو ضروري آهي.

ائين سنڌ ۾ سنڌي شاعريءَ جي ڪتابن جو وسڪارو زور شور سان جاري آهي (ماشاء الله)

انهيءَ وسڪاري سنڌي قوم ۽ ٻولي کي ڪيترو لاڀ ڏنو آهي؟ اهو سوال پڇڻ چاهيندي به نه پڇنديس! جو جواب جو ساهس نظر نٿو اچي.

خير وسڪارو وسڪارو آهي وسڻ گهرجي ضرور ڦل ڏيندو.

سنڌ ۾ شاعرن جي گهڻائيءَ تان هڪ عراقي چوڻي ياد آيم ته، وڻ جي پنيان اوهان کي هڪ شاعر ملندو اندازو لڳائڻ لاءِ ته تڏهن عراق جي آبادي اٽڪل 2 ڪروڙ 50 لک آهي جڏهن ته عراق ۾ 3 ڪروڙ 80 لک کجيءَ جا وڻ آهن.

خير، اهو ته هڪ ڀوڳ آهي باقي اها ضرور سنجيده ڳالهه آهي ته اهي جيڪي ڏڙا ڏڙ سنڌي شاعريءَ جا ڪتاب اچن پيا انهن سنڌي شاعريءَ جو معيار ڪيترو وڌايو آهي، ۽ انهن سنڌي ٻوليءَ کي ڪيترو مالا مال ڪيو آهي.

مغرب جي عظيم شاعر بئلس سينڊ ڊراس جنهن جا نظم جديد ليڪيا وڃن ٿا اهو چوي ٿو ته "هو شاعر آهي ان ڪري ٻولي جي معاملي ۾ ڏاڍو حساس آهي لکڻ کان اڳ ڊڪشنرين مان لفظن چونڊي ناهي رکندو آهي."

اسان کي مٿين ڳالهه سان مڪمل سهمت هئڻ گهرجي ضروري آهي ته هڪ شاعر کي عام ماڻهوءَ کان وڌيڪ ٻولي ايندي هجي لفظن جو ذخيرو

موجود گهرجي جڏهن اسين ڏسون ٿا تہ نظر اڳيان سنڌي ٻولي ڪمزور ۽ هيٺي نظر اچي ٿي ڪا ڳالھ فخر نہ فڪر جهڙي آهي.

وس تہ وس مند مڙئي مينهن جي

۽ اسانجو نوجوان شاعر مير حاجن مير پڻ انهيءَ وسڪاري ڪي وڌائڻ جي موڊ ۾ آهي ۽ سندس شاعريءَ جو ٻيو ڪتاب "نيرا خواب" آرڻ ۾ آ تيرٽو تيڻ لاءِ ڳانديا هٽي بيٺو آهي.

"نيرا نيڻ، تہ هوندا آهن، ڇا؟ نيرا خواب بہ" آهن.

اهو سوال مون ڪائونس بہ پڇيو هيو! جنهن جو جواب .... (ندارد)

سندس ڪتاب پڙهڻ لڳيم تہ سنڌي نوجوان شاعر سجاڳ ۽ قبولينڊڙ ذهن آهي انهيءَ ڳالھ خوشي ڏنم.

مير حاجن مير جو پهريون ڪتاب "رنگ خوشبو ۽ گل" کان نيرا خواب وارو سفر مناسب لڳو. سٺو بہ ائين آهي تہ ماٺهو جي پهرين وِک کان ٻي وِک اڳيان هجي، "نيرا خواب" ۾ غزل ۽ مختلف صنفن تي ڪيل مشق سٺي لڳي.

تون نہ پنهنجو ڪنديِنءَ آئون ويندس رلي
آءُ مونڏي وري تون نديءَ جيان ڇلي
نديءَ جيان ڇلي موٽ ڪائڻ وارو وٽنڊڙ استعارو آهي
هڪ تيڙو ۾ انتظار ۽ آسائتي جيءَ جي درماندگي واھ جي آهي.

نم جي ٿڏڙي ڇانوَ
شايد هوءَ اچي پئي
ڪان ڪان ڪن ٿا ڪانوَ

مير حاجن مير جي شاعري مون کي گهڻن سنڌي شاعرن کان پختي ۽ گهري لڳي اُميد تہ جيئن پوءِ تيئن سندس ذات نکرندي ويندي (آمين)

**ج. ع. منگهاڻي**

ڪراچي



# شعر اوندهہ ۾ تيلي ٻارڻ جي ڪم ڏيندا

”ڪنهن ڏاهي چيو تہ يادون ڪچن سبقن وانگر هونديون آهن، جن ڪي ماٺهو سدائين ورجائيندو رهندو آهي.“ مونکي ياد آهي اوهان آڏو مون پنهنجو پهريون ڪتاب ’رنگ خوشبو ۽ گل‘ جڏهن آندو هيو اوهان ان کي قبول ڪيو مانائتي موٽ ڏني، لاڙ جي پٽن مان فونون ۽ خط آيا. ٿر جي خوبصورت شهر مٺي مان بہ دوستن جا ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ منهنجي همٿ افزائي ڪئي تہ اتر سنڌ مان ڪيترن ئي پڙهندڙن پسند جو اظهار ڪيو. آءُ ان لاءِ اوهان جو ٿورائتو آهيان.

ٿورا م ٿورا، مونتي ماروئڙن جا،
ٿر ۾ واري ٿورڙي تهان گهڻيرا،
پلايون ۽ پيرا، ڳڻي ڳڻيا ڪيترا.
(شاهہ)

ان اميد سان تہ آءُ پنهنجو ٻيو ڪتاب ”نيرا خواب“ ڪٺي حاضر ٿيو آهيان اُميد تہ قبول پوندو. هن ڪتاب جي شاعري گذريل ڪتاب کان پوءِ ڪئي آهي، بلڪل نڪور شاعري آهي، ڪارل مارڪس چيو تہ ”زندگي جو مقصد ڪائنات جو شعور حاصل ڪري، بي سهارن انسانن جي زندگي ۾ حوصلا پيدا ڪرڻ ۾ مرجهايل چهرن تي مرڪ آڻڻ آهي.“ مون ڪوشش ڪئي آ ماڻهن جي درد، سورن ڏکن ڏاکڙن، جي ترجماني شعر وسيلي ڪري ايوانن تائين پهچايان منهنجا هي شعر اوندهہ ۾ تيلي ٻارڻ جو ڪم ڏيندا، سڪون ڏيندا اُتساهہ ڏيندا.

شاعري جا روح تائين نہ ٿي پهچي، ان کي شاعري نہ ٿو چئي سگهجي. سنڌ ۾ هن وقت ناول تمام گهٽ تہ شاعري، گهٽي کان گهٽي ٿي رهي آهي، ڪجهہ شاعر تمام سٺو لکي رهيا آهن تہ ڪي وري ڏڏڙ ۾ پير هٽي رهيا

آهن. محنت کان لنوائن ٿا. ڪتاب مٿان ڪتاب. فڪر کان وانجهيل شاعري، غزل ۽ نظم. هڪ نظم ۾ ٻن ٽن نظمن جا خيال. وائي جي نموني غزل. منهنجي چوڻ جو مقصد تہ هر صنف جو گهاڙيٽو (Formet) الڳ آهي. هئڻ گهرجي. غزل کي غزل رهڻ ڏنو وڃي. گيت. ترائيل. وائي. هائيڪو. ٽيڙو. ڏيڍوڙو دوهو ڪافي. نظم ۽ ٻين صنفن کي پنهنجي لهجي ۾ رکڻ گهرجي. غزل تہ نازڪ صنف آهي. ان جو خاص خيال رکڻ گهرجي. هر صنف جو پنهنجو ميناج آهي. پنهنجو ردم آهي. پنهنجو رنگ ۽ خوبصورتي آهي.

منهنجي جيون کي ادب ئي نکاريو سينگاريون سنواريو آهي. آءٌ جيڪر شاعر نہ هجان ها تہ هڪ عام انسان هجان ها. زندگي شايد ڪنهن ڪم جي نہ ٿئي ها. ڪتاب پڙهڻ سان ۽ ادبي ڪم ڪرڻ سان جيڪو مونکي سڪون مليو آهي. اهو بي ڪم ۾ نہ ٿو ملي. احساس جي ڳالهہ ڪندي فخر محسوس ڪريان ٿو هوئن بہ شاعر حساس ۽ طعيت ۾ نفيس پڻ هوندو آهي. قوم جي درد کي پنهنجو درد سمجهندو آهي. ان شاعريءَ منهنجي زندگي کي روشن ڪيو.

***تها اندهيرا غريب خانی میں***
***آپ نے آکے روشنی کردی***

پروفيسر عزيز ڪنگراڻي ۽ محترم ج .ع منگهاڻي جا ٿورا جن پنهنجو قيمتي ٽائيم ڪڍي منهنجي شاعري تي رايا لکيا. خاص ٿورا محترم وسيم سومري جا جنهن ڪتاب جو مهاڳ لکيو مشتاق گبول. ذوالفقار گاڏهي عابد سيوهاڻي جا ٿورا جن ڪتاب بابت رايا ڏنا. منهنجي شاعريءَ بابت اوهان جي راءِ جو انتظار رهندو مون کي اميد آهي تہ منهنجو هي پورهيو اوهان کي ضرور پسند ايندو.

**مير حاجن مير**
شاهي بازار سيوهڻ شريف
0300_3275248



ڪو نہ تيو آ اجان روشنيءَ جو ہرڻ
ڪين گھٽجي سگھيو زندگيءَ جو ہرڻ

يادن جا ڪي ديپ ٻرن ٿا چانڊوڪيءَ ۾،
ننڊيڻ جا ڪي عڪس اچن ٿا چانڊوڪيءَ ۾.

رابيلن جي ديس جي راتي توبن لمحا،
دل کي ڏاڍا جهير ڏين ٿا چانڊوڪيءَ ۾.

ٽانڊاڻن جي ٽِمر ٽِمر ٽِمر ٽي، درد اُٿن ٿا،
تنهنجا گهنگهرو ڇن ڇن ڪن ٿا چانڊوڪيءَ ۾.

سمنڊ ڪناري هن سان گڏجي پهر ڪٽيا مون،
هاڻي وڻني پور پون ٿا چانڊوڪيءَ ۾.

شيشي جهڙا، شهر جا ماڻهو پٿر ٿي پيا،
خواب اسان جا پن ٿي ڇڻن ٿا چانڊوڪيءَ ۾.

ڇيچ سنهيءَ ۾ سونو ڇلڙو سندر ڪيڏو،
هن جي ايندي شور مچن ٿا چانڊوڪيءَ ۾.

"حاجن" هاڻي دل کي ڏيندي سيبا ڪهڙا،
دل بہ لڄمي ٿي، نيڻ وسن ٿا چانڊوڪيءَ ۾.



شال هلندو رهي روشنيءَ جو سفر،
هي نہ ڪڏهين ڪٽي دوستيءَ جو سفر.

هڪ شڪاري هيو هن ڪي گهائي ويو،
ڪونہ پورو ٿيو نيرڳيءَ جو سفر.

نيڻ بارش ٿا ڪن روز ڌرتيءَ مٿان،
ڪو سڦل[1] هي ڪري زندگيءَ جو سفر.

وار ڪوليا سڄڻ آهي خوشبو اُٿي،
من ۾ مرڪي پيو عاشقيءَ جوسفر.

تون نہ مون کان جدا، مان نہ توکان جدا،
ساٿ صديون هجي دلبريءَ جو سفر.

ڪو پياري پيو ڪو تہ پيئي پيو،
رات ساري هيو مئڪشيءَ جو سفر.

مان ٿو تنها رهان سال ڪيئي ٿيا،
چو نہ ٿو هي ٿئي بي رخيءَ جو سفر.



[1] سڦل: ڪارگر

سار خوشبو رات تنها هيڪلائي،
چنڊ چپ چپ نيڻ رم جهم روشنائي.

چاهتن جي چيچ زخمي ٻاٻرن ڪئي،
سونهن پويان زندگي تي ڪنهن وڃائي.

سرنهن، ڏاٽا، ڪٽڪ، هُرٻو آجيان ڪن،
اڄ گهمڻ جو سونهن راڻي ڪيت آئي.

منهن ڪي ڦيري ٻي طرف تو اڄ ائين هو
ڄڻ تہ هن سان ڪانہ آهي آشنائي.

جو مذاقون پيو ڪندو هو سو ڪٿي آ،
جنهن جي سهندو مان هيس پئي ڪيچلائي.

منهنجي من ۾ تنهنجو گهر ئي هي نهيل آ،
ڇو الائي تنهنجي من ۾ اوپرائي.

مير هوندو منتظر تنهنجي اچڻ جو
پيرو ڏيجان جي ملئي ڪا واندڪائي.



چاندوڪين ۾ چاھہ لڇي تو موٽي آ،
تو بن منھنجو ساھہ سِڪي تو موٽي آ.

ڪنول گلن تي ماڪ پئي تي ساجھر جو
اجرو توکي صبح چوي تو موٽي آ.

تر تي تدّڙو چنڊ جو ايريو ياد ڪٽي،
نيري اُڀ تي عڪس چٽي تو موٽي آ.

واري ساري آلي تي وئي لڙڪن سان،
ڪوبہ نہ منھنجا لڙڪ اُگھي تو موٽي آ.

ننگر نھاري رستا تنھنجا ڪنڌ ڪٽي،
ڪارونجھر تي مور نچي تو موٽي آ.

اوجاڳن جا رنگ ھليا ويا سوچن ۾،
خواب نہ ڪوئي ھاڻ اچي تو موٽي آ.

ايندي ويندي ھر ڪنھن آھن گھاوَ ڏنا،
لمحو لمحو لوڻ لڳي تو موٽي آ.



توڏي ايندي ڪيا پيرِ ڇالا هئا،
سار تنهنجي هئي درد ڀالا هئا.

اڄ ب يادون ڇڏي شام ويندي رهي،
عڪس آڏو پئيان نيڻ آلا هئا.

وقت جي ڊوڙ ۾ شهر لُٽجي ويا،
هڪ لڏاڻو ن هئو ڪوڙ نالا هئا.

هونئن ت اونده هئي زندگي ۾ رڳو
تون جو آئين ت ٿي ويا اجالا هئا.

’مير‘ هن ڪي وري ڀيٽ ڪنهن سان ڏيان،
سونهن، خوشبو گلن جا حوالا هئا.



جيون كانهہ خوشي كا ماڻي،
موٽ سگھي تون مون ڏي هاڻي.

وڇڙڻ كان پوءِ كيئن تي گذري،
پيارا! سو تون كونہ تو ڄاڻي.

پٿريلي هن ريت تي هلندي،
پير پٿون تيا دل تي ساڻي.

ڇوڙين جو كنهن درد نہ سمجهيو
آءٌ تہ تي كا درد پڇاڻي.

دليون ٽوڙڻ 'حاجن' اڄ ڀي،
جڳ جي ساڳي رسم پراڻي.



ڏور آ ڪيئن ڏجي، روشنيءَ ڪي چمي،
دل تي چاهي ڏجي دل لڳيءَ ڪي چمي.

تلخ لهجو ڪري هن بہ ڏئي جو ڇڏي،
مون بہ مرڪي ڏني بي رخيءَ ڪي چمي.

سنڌ آيو گهمڻ ڪالهہ "ارجن"[1] هيو،
وينو روئي هيو ڏئي مٽيءَ ڪي چمي.

ڪو تہ مندر، ڪليسا ۽ مسجد ۾ گمر،
مون عبادت ڪئي آدميءَ ڪي چمي.

✽

---

[1] ارجن: هند سنڌ جو ناليوارو شاعر

هوءَ جا، ليئو پائي وئي آ،
ڪيڏا، پونئر پلائي وئي آ.

شام جهڙالي هير ٽڏيري،
من کي ياد ورائي وئي آ.

ڏور ڪان مرڪي هٿ لهرائي،
چنري ڇانوَ ٻڻائي وئي آ.

شهر جو هڪڙو سياڻو ماڻهو
وارن ۾ الجهائي وئي آ.

گيت سريلو منهنجو ڳائي،
محفل کي مهڪائي وئي آهي.



ياد ايندو رهيو ڪو وري شام جو
ديپ ٻرندو رهيو ڪو وري شام جو.

نيري اُڀ جي مٿان، اڄ به ڪونجون ڏسي،
جيءَ جهرندو رهيو ڪو وري شام جو.

چين جا ٽي ملي جاءِ اهڙي ڏسيو،
پنڌ پچندو رهيو ڪو وري شام جو.

عشق اڏما ڏنس خواب ڇچريو ٽيس،
شخص رلندو رهيو ڪو وري شام جو.

چنگ چارڻ وڄا، زخم منهنجا گهٽا،
زخم ڳرندو رهيو ڪو وري شام جو.



هيءَ درد کھاٽي آ، ڪنهن ڪين اها ڄاڻي،
نيڻ ۾ هئي بارش هر خواب ٿيو پاڻي.

آڪاش ڪلئي هينان هر رات تي گذري پئي،
ء ولھ واريو آ ٿو سيءُ ڪري ڇاڻي.

هن پيار جي موسم ۾ هي درد ڪٿان آيا،
تي سور ويو نِنڊپڻ تي جان سڄي ساڻي.

گل ڪونہ ڪِپھ جو ڪو ڪيئن پاڻ ڍِڪيو اوگھڙ،
سوَ گھاوَ سَنا ماڻھن ڪنهن ڪين خوشي ماڻي.

توکي بہ وٺي ڏينديس، هن عيد تي مان ڪپڙا،
تي ماءِ چيبو ڏي ڪي تون روءِ نہ ڏي سياڻي.

هي 'مير' سدا ماڻھو ڪيڏا تہ رليا آهن،
ڇاڇا نہ ڪسيو تو آ اي وقت پوئي گھاڻي.



هوءَ جا آئي ڪمري ۾ گھر جا جارا مرڪي پيا،
رابيلن جي خوشبو تي وئي خواب ڪنورا مرڪي پيا.

هلڪي هلڪي بارش پئي، تي ٽڏڙي ٽڏڙي هير گھُلي،
سنهڙو چولو نيرو پاتل منظر سارا مرڪي پيا.

صدين ڪان جي پياسا ها، تن جو ڀاڱ مٽيرو ٿي ويو،
موکيءَ هٿ سان جام ڏنو جي ڍول متارا مرڪي پيا.

مرڪي جڏهين ڪنڌ وارائي، ڪارونجهر تي مور نچي،
جانيءَ جا تي پير رکيا تي، مهڪي چارا مرڪي پيا.

هاءِ پهاڻ[1] توبن جيون ح ناڪيءَ ڪان خالي هو
آئينءَ توتي ديد پئي جو 'حاجن' پارا مرڪي پيا.



[1] پهاڻ: جابلو چوڪري

شيشا شيشا رستا سارا،
زخمي ٿي پيا سپنا سارا.

يادن جا گل چانڊوڪيءَ ۾،
توبن سڏڪن اڏما سارا.

لهجو هن جو سخت هيو ڪلهه،
ٽوڙيئين منهنجا تحفا سارا.

ڪوڙ ڪي پوندو ڏيندا رهن ٿا،
تاريخن جا ڪتبا سارا.

ڪير اسان جا گهاوَ هي سبندو،
ماٺهو پاڻ ئي ٽڪرا سارا.

پَٿرَ شهرُ ٿو اربي مونکي،
ميڻ هي منهنجا جذبا سارا.



باهہ جي تانڊن مٿان گذران پيو
وقت! توسان مان اڃان وڙهان پيو.

درد پي شڪليون مٽي ٿو مختلف،
روز ٽڪرا ٿو ڪري ٽيئان پيو.

اي پکيئڙا ديس جانيءَ ٿو وڃين،
ڪيس ڇئجان مان اڃان جيئان پيو.

پير مڙيل، ٻانهن ڪپيل، رت ٿمي،
حوصلا هالار ٿمر رڙهان پيو.

شاعري جا روپ بدلي ٿي نوان،
ساتہ زندهہ ٿي رهي ڏسان پيو.

"روشني آ مونکي وٽندي تو ڇيو"،
تنهن ڪري مان ٿي شفق اپران پيو.

ميرا اڇٽو يار آ منهنجي ڳلي،
ان ڪري ڪاوا ڪنڊا ميڙيان پيو.



ڪوڻ تيو آ اڃان روشنيءَ جو ٻرڻ،
ڪين گهتجي سگهيو زندگيءَ جو ٻرڻ.

درد لهجا مٿيا تي هوا جي مثل،
زخم ڪوسا هئا، عاشقيءَ جو ٻرڻ.

ڏور ويندو رهيو نيڻ شبنم تيا،
ساهه ساڙيو ڇڏي ٻي رخيءَ جو ٻرڻ.

رات ڪاري هئي ۽ مفلسي مٿان،
گهر اجاڙيو ڇڏي ٻي وسيءَ جو ٻرڻ.

لفظ ٽانڊا هجن تي ڪي جگنو ٻرن.
راهه نئين تو ڏسي شاعريءَ جو ٻرڻ.



شام نيري ڍنڍ تي آڙي لَٿا،
توکي ساري نيڻ منهنجا پئي ونا.

آگريون هن کي ڇهڻ لئہ ٿيو لڇن،
کو ٻڌي تہ آگرين جي هيءَ ڪٿا.

هن سان هاڻي واسطا ٿيا سڀ ختم،
زندگيءَ جو ٿيو لغڙ آهي ڪٽا.

اڀ تي چمڪي ٿي ڪائي آرسي،
هيٺ ڪيئي باهہ جا آهن ٻٺا.

ڏور ڏاڍو ٿيونْ رهن روشنيون،
'مير' اجڙيو درد جو پوپان لڳا.



هن جو ڪوليا وار هوا ۾،
ڪنوٽين ڇڙ چمڪار هوا ۾.

تازا دل جا گهاوَ ڪري ويئي،
اڏري آئي سار هوا ۾.

جيئن جو باغيچي ۾ پهتي،
گل ها مرڪيا يار هوا ۾.

ڇيرو ڇٽڪن رقصم رقصم،
پايل جي جهنڪار هوا ۾.

مونکي ڏاڍو تڙپائن ٿا،
’حاجن‘ هن جا آر هوا ۾.



تاريخن جو شيشو ميرو، تحريرن جو شيشو ميرو
صديون گذريون ڪنهن ٻه نه اُگهيو تصويرن جو شيشو ميرو

رولاڪين ۾ جيون گذريو، نم جي ڪائي ڇانوَ نه ماٺيم،
ڀاڳ نه موران راس پوي ٿي، تقديرن جو شيشون ميرون.

پيٽ ٻڪايل ٻارن جون هي دانهون ڪوڪون ڪنهن ٻه نه سٽيون،
ڪوڙا ڪو اعلان ڪري ويو تقريرن جو شيشو ميرو.

هيل وڇڙي ڇهڪ ڏنا هن، يادن ڪيئي زخم ڪيا هن،
هوءَ نه آئي چانڊوڪين ۾، تعبيرن جو شيشو ميرو.



روشنيءَ جان هيو عڪس شيشي جو
ڪير سمجهي هتي رقص شيشي جو.

واٽ ويندي وري درد اربي ويس،
ڪيئن سهندو اُهي شخص شيشي جو.

دل تي چاهي گهڻو ڏور رهجي وڃي،
ڪيئن ڇڏائي وڃان قفس شيشي جو.

هُن تي شيشي جو ٿورو ٿيل ڪم هيو،
پئي لڳو تي سڄو پرس شيشي جو.

رات سوچيو گهڻن ڪا ته خامي ڪيون،
ڪنهن نه ڳولي ڪڍيو نقص شيشي جو.



ڪچي گھر جا ڪوٽ ڪري پيا پاڻيءَ ۾،
منھنجا سارا خواب ٻڏي ويا پاڻيءَ ۾.

ٽوٽل ملڪيت [1]ٽين جي پيتيءَ منجھ پيل،
سابہ لڙھي وئي خال ھٿ ھا پاڻيءَ ۾.

ڏسندي ڏسندي پاڻيءَ گھيرو وڌندو ويو،
مونکي بچايو ڪنھن پئي سڏ ڪيا پاڻيءَ ۾.

ڪمبل، سوڙيون، گڏيون، رليون، لڙھيون پئي،
ڪيئي ماڻھو ڳوٺ [2]جلا ٿيا پاڻيءَ ۾.

چوڙيون، چنيون، منڊيون، سڳيون، ڪنگڻ ٻڏا،
ڊپ لڳي پيو ڇا تہ ھئي [3]ڏيا پاڻيءَ ۾.

[4]ڳڙھي، [5]ڪي اين، [6]بنگلو [7]جاتي ٻوڙيئي ڙيہ،
رڍون ٻڪريون، ڏاند ڏڪيا ٿيا پاڻيءَ ۾.



---

1 ٽين جي پيتي: ٽنڪ
2 جلا: جلاوطن
3 ڏيا: دهشت
4 ڳڙھي: ڳڙھي خيرو
5 ڪي اين: خير پور ناٿن شاھ
6 بنلگو: ڪوٽ بنلگو
7 جاتي: جاتي لاڙ جو شھر

دل ۾ درد لڪائڻ گهرجي،
ڳوڙهن سان ڳالهائڻ گهرجي.

ننڊپڻ جون ڪي يادون ساري،
جيون کي جرڪائڻ گهرجي.

پوپٽ جهڙو سندر چهرو
نيڻن ۾ ترسائڻ گهرجي.

ڪاوڙ مان ڪجهه ورندو ناهي،
رٺلن کي پرچائڻ گهرجي.

مڌ پيالو پيئڻ کان پوءِ،
جهومي جهومي ڳائڻ گهرجي.

دير ڪري چو ايندو آهي،
’حاجن‘ کي سمجهائڻ گهرجي.



اکڙين ۾ اُڻيم سپنا، اظهار جي موسم ۾،
ڪجھ پيار پرين ڏي تون، اقرار جي موسم ۾.

ڪي سال ويا گذري، تنهنجو نہ ڏٺم منهڙو
ڇهري ڪي نہ ڏي پردو ديدار جي موسم ۾.

جا راھ وٺي ايندي، ساھ راھ تڙي پوندي،
اُت مينهن ڪٽيون پونديون، مهڪار جي موسم ۾.

ڪو چاھ ملي دل ڪي ڪو درد وجي گهٽجي،
ڪو گيت نئون ڇيڙيون، سُرتار جي موسم ۾.

تو پيار ڏنو ناهي، پئي گهاوَ ڏنئي تحفا،
تو 'مير' هتي تڙپي گلزار جي موسم ۾.



هير تيبل سانوري،
نيڻ جلٿل سانوري،

تنگ تنهنجي ٿي ڪري،
ياد پل پل سانوري،

چنڊ پونم، روشني،
من ۾ هلچل سانوري،

رنگ، خوشبوءَ ۽ هوا،
ڳاءِ بُلبُل سانوري

ننڊ ناهي توبنا،
مونکي نرمل سانوري

✲

پيار هو ڪجهه ۽ غمن جو سلسلو
عاشقيءَ جو ڇا تہ گذريو مرحلو.

ريشمي احساس جا سپنا ڪٽين،
مان جيئان پيو هن دنيا ۾ هيڪلو.

هو پري آ منهنجي نيڻن کان گهڻو
منهنجي دل تي روز آهي زلزلو.

عشق جي اظهار کي سمجهي نہ تو
تو لنوائي ٻار تي هو ڪيچلو.

ڪو ڇوي تو رات آ سنسان پر،
مان چوان تو رات ۾ آ ولولو.

روز انگڙايون ڪري تو ڇو نيون،
ڪيس ڇئجو تي نہ ايڏو چلولو.



درد دل جون شدتون گھٽجن نہ ٿيون،
پوءِ بہ توسان محبتون گھٽجن نہ ٿيون.

مون تہ آڇيا توکي گل ئي گل هيا،
پوءِ بہ تنھنجو نفرتون گھٽجن نہ ٿيون.

روز ويندي زخم آهين ڏئي نئون،
روز تنھنجون زحمتون گھٽجن نہ ٿيون.

هو وساري هن جي مرضي آهہ پر،
'مير' تنھن سان اُلفتون گھٽجن نہ ٿيون.



درد جو رشتو مونسان سڱو،
سک بہ تڏهين مون کان ڀڳو.

چئونري مٿان چنڊ هيو چڙهيو،
تنهنجو چهرو ايئين لڳو.

ڏاڍن پيڙيو مظلومن کي،
ماڻهو تن لئہ چڙهي آ ڏڳو.

سار بہ منهنجي ننڊ ڦٽائي،
رات بہ جڏهين هڪ جو وڳو.

يار جو شهر بہ پيارو آهي،
مون لاءِ مدينو جيئن مڪو.

پيريءَ ۾ پيي ڪرسيءَ تي تي،
ويٺل رهيو هڪڙو ڪڳو.



روز ڪوسا لڙڪ هاري ڇوڪري،
ڪيئن اڪيلو هاڻ گهاري ڇوڪري.

پاڻ تي بيتاب چوڙيون تي پڇي،
پيار پنهنجو ڪيئن وساري ڇوڪري.

هن رسم کي باهه ۾ اڇليو ڪٽي،
ڇو ڪريو تا روز ڪاري ڇوڪري.

سانجهه تاڻي ياد جا ڪي گل ڇٽي،
آس جا تي نيڻ ٻاري ڇوڪري.

شهر هن جا خواب دونهاتي ڇڏيا،
هاڻ پيئي ڳوٺ ساري ڇوڪري.

باهه جو هوءَ سمنڊ تي ترندي رهي،
ءِ سيارا[1] پئي اڏاري ڇوڪري.



[1] سيارا: مصنوعي سيارو خلا ۾ اڏئبو آ

پرينءَ شهر مان اڇي رهي آ، هوا ۾ ڪيڏو هڳاءُ آهي،
صديون ڪي گذريون اڃان نہ پريو اسان جو جانا هي گهاءُ آهي.

لڳي جا چولي کي چٽڻگ آهي، سڄي بدن کي وڪوڙي وئي آ،
سنيالي مونکي وڃاڻتو سڙندو، تپش ۾ ڪيڏو هي تاءُ آهي.

اسان کان غلطي بہ ڪهڙي ٿي آ، نہ ڪو چيني تو نہ ڪو ڳنڍيين تو،
نہ واعدو ڪوئي ڪرين تو پورو مڃا هي ڪهڙو نياءُ آهي.

رڳن جو راهي هي تنهنجو 'حاجن'! پتو نہ هن کي ڪٿي آ منزل،
تڏهن بہ توڙي آ تاڻ تاڻا، انهيءَ لئہ توسان لڳاءُ آهي.



تون نہ پنهنجو ڪندينءَ آنءُ ويندس رُلي،
آءُ مون ڏي وري تون نديءَ جيان ڇُلي.

تورڙي تورڙي تي نہ ناراض ٿي،
تون جي وينديءَ رسي ڳالهہ پوندي کُلي.

تنهنجي چانديءَ بدن کي تي ميرو ڪري،
آ هوا بي چئي جا پئي آ گُهلي.

نٿ، بولو ٽڪو هس، دهري سان ڳنڍ،
تنهنجي نڪ ۾ وجهان آءُ، سوني ڦُلي.

پير هوريان تہ ڪڻ ڇيلهہ تنهنجيءَ مٿان،
مٿ سان آهي پريل پئي نہ مٽڪو ڇُلي.



عڪس جڏهين ڪي ورن ٿا،
لڙڪ هيرا ٿي ڪرن ٿا.

آئنن جي شهر ۾ ڪي،
پٿر ماڻهو بہ رهن ٿا.

هاڻ تاريڪيون بہ وينديون،
شعر ٽانڊا ٿي ٻرن ٿا.

وار تون تي جي سُڪائين،
مور آڱر تي نچن ٿا.

سانجهہ ٽيندي ئي وريا هن،
هي پکي ڪاڏي وڃن ٿا.

ڪو تہ هوندن درد دل ۾،
ائين ماڻهو نہ رئن ٿا.

زخم آچي پئي هوا ٿي،
زخم ٻيهر هي کلن ٿا.

اي ڪراچي تنهنجا شهري،
امن هر دم پيا گهرن ٿا.

تون گلابي گل جهڙي،
توتي پوپٽ ٻيا ڦرن ٿا.



رڳو رت جي بدبو گهٽين مان اچي ٿي،
وري درد پوڳي ڪلاچي لُڇي ٿي.

ڪٿو پيرِ پنهنجا سنيالي سنيالي،
مڇي جان جواني تڙئي تي پڇي ٿي.

سدا پنهنجي هنج ۾ رکيئين موزڙي کي،
صدين جا کي سپنا اکين ۾ رکي ٿي.

هوا ۾ به خوشبو نہ ڪا هاڻ آهي،
ڪٿون ساهہ ٿا جي، تہ اُلٽي اچي ٿي.

ڪٿي رات گهاريون ڪٿي ڏينهن تاريون،
رڳو ڏنڌ ڏنڌ آ نہ نچڻي نچي ٿي.

رڳو گهاءَ گوليون ڌماڪا ۽ ڌمچر،
نہ ئي شام ڪائي رنگن سان رچي ٿي.



(ڪراچي ۾ ٽارگيٽ ڪلنگ دوران لکيل)

چنڊ تارا تڪن جوڳڻيءَ جو بدن،
ڇا؟ تہ جرڪي پيو موهڻيءَ جو بدن.

گيت جئن مون ڇيو سوز ۽ ساز تي،
آهي مهڪي پيو راڳڻيءَ جو بدن.

نينهن پالي پئي جا صدين کان هتي،
اڄ بہ ڪنهن کي گهري ڪولهڻيءَ جو بدن.

هوءَ جا ماڻا ڪري سونهن ساڙيو وجهي،
ڪنڊ ڪيئي ڳتي ڪامڻيءَ جو بدن.

چانوَ هن تي ڪري روز بادل مٿان،
مست موسم ڪئي سانوڻيءَ جو بدن.

"رنگ آڪاش کي هن جي ڪپڙن جو آ"
پيو ٿو تجلا ڏئي مرڪڻيءَ جو بدن.



آڪاش ڪلي هيٺان، هي ٻوڏ ٻڏل ماڻهو
دردن جا اٿن ميلا، سڀ جيءَ جهريل ماڻهو.

امداد جي ڪئمپن ۾، ڪيڏي ته بري حالت،
بيمار ٿيا ڪيئي، هي ٻوڏ سٽيل.

بک پاهه ڪيو تن کي، ٻارن به ڪيا واڪا،
هر سانجهه هيا سڏڪا، رستن تي سٽل ماڻهو.

جن ڏک نه ڏٺو ڪوئي، ڪيئن سور اهي سهندا،
گُلڙن ڪان هيا نازڪ، هي ميڻ ٺهيل ماڻهو.

اکڙين ۾ انهن جي اڄ، ڪو خواب نه ٿو ڏسجي،
سي ڪيئن ڀلا جيئن غربت ۾ ورتل ماڻهو.

پيرن ۾ نه ڪو چمپل، ڪپڙا به اٿن ميرا،
جيئري به لڳن ايئين، ڄڻ هي ڪي مئل ماڻهو.



(2010ع واري مها ٻوڏ دوران لکيل.)

تون قبولين شال هي تحفا ڪٽين،
توڏي آيس ريشمي سپنا ڪٽين.

سونهن تنهنجيءَ کي تو ضربي گهڻ هي،
هاڻ بدلي تون بہ چڙ لهجا ڪٽين.

ڳوٺ وارن جا سهان تو پيو هتي،
شهر وارن جا تہ سهہ چرچا ڪٽين.

تون رُسين جي، ڪائناتون هي رسن،
ڪيئن جئندو شخص هي اڏما ڪٽين.

رقص تنهنجو تو وٽي ناچٽي،
آءُ نچ تون، مان چوان نغما ڪٽين.

چاهتن جو هر صبح آ ڏوڙ ۾،
شام نيري تي اچي اُلڪا ڪٽين.

ڪيس چئجو درد پوڳيا ڪوڙ تم،
هاڻ واپس هي وني سڏڪا ڪٽين.



بي رخيءَ جو درد تو مونکي وَڍي،
قياس جانان کي نہ ڪوئي تو اچي.

آئيني کي روز تو ڏسندو رهان،
زخمي چهرو تنهن ۾ هرڪو تو لڳي.

شهر جي سوڙهين ڳلين جيان هوبہ تو
هاڻ دل جون پيو ڳليون سوڙهيون رکي.

ولھ جي تي رات هيءَ ڇهنڊيون هڻي،
آنءُ تنها، ماڪ نيڻن مان وَسي.

آءُ مئخاني ۾ گڏجي ٻئي پئون،
جيءُ جهومي من پنهنجو هي نچي.

زندگيءَ جو ڪيئن ڪٺجي هي سفر،
'مير' هن لا روح تو منجھ رَجي.



يار اسان ڪان چين ڪسي ويا اوجاڳا.
نيڻن ڪي ڪا ننڊ نہ ڏين تا اوجاڳا.

سمنڊ سمورو لڇندي پڇندي رات ڪٽي،
ساڀيا تنھنجا ڪين وري تيا اوجاڳا.

جوين سارو چيھون چيھون تي پيو آ،
پوءِ بہ اسان کي ڪين ڇڏن تا اوجاڳا.

’مير‘ اڃان تون جاڳين پيو ٿو رات ڍلي،
تنھنجو مقدر شايد تي پيا اوجاڳا.



هڪڙي تنهنجي ياد،
ٻي ٻنل هيءَ رات.
ٽڪرا ٽڪرا ٿي ڪري

دل جي گهايل گهاٽ تي،
نيٺ چمڪي چنڊ پوندو.

نيٺ پنهنجي ديس ۾،
ڪاري ڪاري ٻاٽ تي.
نيٺ چمڪي چنڊ پوندو.

بر ۾ باهيون تيون ٻرن،
تر جي واري واٽ تي.
نيٺ چمڪي چنڊ پوندو.

چاهتن ڪي تا ڪهن،
ٿهري اهڙي ڪاٽ تي.
نيٺ چمڪي نڊ پوندو.

هُو تہ سڀ ڪجهہ ويو ڪٽي،
دل جي لڱل ڪاٽ تي.
نيٺ چمڪي چنڊ پوندو.



آئين ياد پرين،
ساوڻ رت ۾ تون،
نيڻ رم جهم تا برسن.

ڳالهيون تنهنجي ڳوٺ جون،
ڪنهن ٻڌايو هون،
نيڻ رم جهم تا برسن.

درد دکايا دود هن،
سور ستو آ مون،
نيڻ رم جهم تا برسن.

توسان ملجي ڪيئن چئُا،
سانجهيءَ ساريو سون،
نيڻ رم جهم تا برسن.

باقي توري زندگي،
ڏينهن مڙئي ڏون،
نيڻ رم جهم تا برسن.



آسمان جي رنگ جهڙو
تنهنجي چنريءَ رنگ آهي،
سا نشاني پيار جي آ.

قيد مونکي آ ڪيو اڄ،
تنهنجي وارن ونگ آهي،
سا نشاني پيار جي آ.

سونهن تنهنجيءَ جو اثر آ،
ساھ تو سان سنگ آهي،
سا نشاني پيار جي آ.

تنهنجون اکڙيون ڏنڊ جهڙيون،
ڪين تن جو ڏنگ آهي،
سا نشاني پيار جي آ.

مرڪ ماري 'مير' ڪي ٿي،
تنهنجي موهيو ڏنگ آهي،
سا نشاني پيار جي آ.



هي لاش پيو تڙڳي،
ڪنهن جو تہ ابل آهي،
ڪنهن ماءُ ڄڻيو هوندو.

ڪپڙا بہ اٿس قاتل،
پاڻيءَ جو ٻڌل آهي،
ڪنهن ماءُ ڄڻيو هوندو.

هي ٻار اگهاڙو آ،
سرديءَ جو ورتل آهي،
ڪنهن ماءُ ڄڻيو هوندو.

ڪو درد مليو هوندس،
چهرو جو لٿل آهي،
ڪنهن ماءُ ڄڻيو هوندو.

اينءَ اُبَ ڪلئي هيٺان،
هي ڪير سُتل آهي،
ڪنهن ماءُ ڄڻيو هوندو.



کانهي ڪاٿي پي ملي،
پير رکڻ جي جاءِ،
شيشا شيشا راهہ آ.

کهڙي ڪارڻ تي وري،
مونکي چنڊ ٻڌاءِ،
شيشا شيشا راهہ آ.

پنهنجو جيئڻ زهر ٿيو
هاءِ امڙ او هاءِ!
شيشا شيشا راهہ آ.

توڙي نازڪ پير هن،
پوءِ بہ نہ تون گهٻراءِ،
شيشا شيشا راهہ آ.

ترهو توڪل جو ٻڌي،
جتي پير نہ پاءِ،
شيشا شيشا راهہ آ.



يار اسان کي پيار،
مڏ پراڻوئي سهي،

پيئڻ ۾ آهي مزو،
نيڻن منجهه خمار،
مڏ پراڻوئي سهي،

سينو سڙيو آ رڳي،
اندر اڄ هي ٺار،
مڏ پراڻوئي سهي،



نيرا نيرا خواب ها،
سائيا ڪين ٿيا،
منهنجي اکڙين جا.

ڪالهه ڇڏي ويا اوچتو
ساٿي سي ئي هُيا،
منهنجي اکڙين جا.

ڳوڙها موتي ٿي پيا،
مٽيءَ جيئن ڪريا،
منهنجي اکڙين جا.

ريءَ تنهنجي او پرين،
روز ٻرن ڏيئا،
منهنجي اکڙين جا.

ڇهري گهنج اڇي پيين،
جوين ڏينهن ويا،
منهنجي اکڙين جا.



هي جو ٿهر شهر ۾،
ڏسي سو نہ سگهان،
چولو ڳاڙهو رت سان.

ڪاوا ڪنڌا راهہ تي،
جاڏي پير رکان،
چولو ڳاڙهو رت سان.

ٽئين رت جون ٽيون اچن،
اکين جو بہ ڏسان،
چولو ڳاڙهو رت سان.

ڪڏيءَ رسم ۾ ڪني،
جهريو آءِ پوان،
چولو ڳاڙهو رت سان.

ويرين ٻاري باهہ آ.
جلندي شهر ڏسان،
چولو ڳاڙهو رت سان.



تنهنجي هٿڙن تي،
مينديءَ گل ٽهيل،
ڪيڏو سندر تو لڳي.

پيارو مونکي آ گهٽو
تنهنجو درد ملبل،
ڪيڏو سندر تو لڳي.

تو جو پاتو چاهه مان،
بدن تي بخمل،
ڪيڏو سندر تو لڳي.

ورت وجهي تي ڪوهه پر،
منظر سو مهڪيل،
ڪيڏو سندر تو لڳي.



باغ مان جي گل چنو،
درد جو دونهيون دُکيون،
سور جون سوَ صورتون.

ننڊ تن کي کيئن اچي،
بک تي جيکي سُتيون،
سور جون سوَ صورتون.

کنهن بہ جنرل جي اڳيان،
هي نہ سورميون جُهڪيون،
سور جون سوَ صورتون.

درد جي پيڙا رڳو
چاهتون پنهنجيون گُهٽيون،
سور جون سوَ صورتون.



انڌن جي شهر ۾ ويهي،
اتي وڪڻين تو آئينا.
توڪان هي ڪير وٺندو ڙي

قدر وارا لڏي ويڙا.
ڪپائين تو پيو نگينا.
توڪان هي ڪير وٺندو ڙي

اڙي راڳي ڇو وڪڻين تو
اڇي ٻوڙن ۾ سازينا.
توڪان هي ڪير وٺندو ڙي

ڪپائڻ لئہ آئين 'حاجن'،
ڪٿي اجرا ڪي تون سينا.
توڪان هي ڪير وٺندو ڙي



آئي جو اي ميل،
ڪمرو خوشبو ٿي ويو.

من مان مايوسي وئي،
جيئن وڳي جو بيل،
ڪمرو خوشبو ٿي ويو.

سالن کان آ پيو وسيو
دل تي بادل هيل،
ڪمرو خوشبو ٿي ويو.

ڏنم جيئن محبوب کي،
رتي رُت رابيل،
ڪمرو خوشبو ٿي ويو.



سانول موٺ سِگهو
لاٿئي ڏينهن گهٽا،
ديد آ تنهنجي ڪانه ٿي.

منڊون موٽي آئيون،
ٻيرين ٻير پڪا،
ديد آ تنهنجي ڪانه ٿي.

اڄ نه سٽايان توکي مان،
پنهنجي درد ڪٿا،
ديد آ تنهنجي ڪانه ٿي.

رات سياري جي ڊگهي،
ڪيئي وِڏ وڏا،
ديد آ تنهنجي ڪانه ٿي.



يادن کي تون جَهل،
منهنجا روز اچي،
ڦٽ اکيڙي تيون وڃن.

يادن کي تون جَهل،
سمهان سانجهيءَ جو جڏهن،
چڪ ۾ چهنبيون تيون هڻن.

يادن کي تون جَهل،
اکڙيون در جي اوٽ ۾،
ساوڻ جان برسن.

يادن کي تون جَهل،
درد ٿا دلڙيءَ مٿان،
ٻاريو باهه وڃن.

يادن کي تون جَهل.

*

قليون ٽاڪين ٽي،
تنهنجي هٿڙن سان،
رنگ ڳالهائن ٿا.

پڳئين آرس جي،
ريشم انگڙن سان،
رنگ ڳالهائن ٿا.

ڪنهبو ويس هيس،
هن جي ڪپڙن سان،
رنگ ڳالهائن ٿا.

مرڪي نيڻ ڪٺي،
ڳاڙهن چپڙن سان،
رنگ ڳالهائن ٿا.

جاڳان هوءَ وڃي،
ور ۾ وڪڙن سان،
رنگ ڳالهائن ٿا.



جيون چولو هي،
چيرون چيرون آ ٽيل،
پيوندڪو تہ ڳنڍي،

شايد هي سبجي،
هنڊان هنڊان آ ٽتل،
پيوندڪو تہ ڳنڍي،

اڇي لڙڪ اُگهي،
ڪنهن کي آهي دل،
پيوندڪو تہ ڳنڍي،

منهنجا درد ڪٽي،
آهي ڪو اجمل،
پيوندڪو تہ ڳنڍي،



پيرن ۾ پايل،
ڪيڏا هي جنسار،
ماٺ ڪن تا روز ڙي

ڪيڏو نچن ناچڻيون،
چيرون ڇم ڇڻڪار،
ماٺ ڪن تا روز ڙي،

ڪوڙن نوڻن تي ٿئي،
جسمن جو واپار،
ماٺ ڪن تا روز ڙي،

ڏوهه لڪائڻ لئه سدا،
گند حوالي هار،
ماٺ ڪن تا روز ڙي،



هو جو اُپ مٿان،
تارا ٽا ٽمڪن،
آٽيندا سي سوجهرو.

ٻاري ٻاهه وڏئون،
پيڙ ٽا پڙڪن،
آٽيندا سي سوجهرو.

جن کي ڳٽتي ديس جي،
اهي ڪيئن سمهن،
آٽيندا سي سوجهرو.

ماٺهو منهنجي شهر جا،
چنڊ جيان چمڪن،
آٽيندا سي سوجهرو.

انڌ سان اونده سان،
دودا روز لڙن،
آٽيندا سي سوجهرو.



مون کي گهائڻ واسطي،
روز ڪرين سينگار،
ڇاجي لئہ او ڇوڪري

گهر جي آڳر ۾ اچي،
ڪولين پنهنجا وار،
ڇاجي لئہ او ڇوڪري

عطر عنبر تي هٽين،
رابيلي مهڪار،
ڇاجي لئہ او ڇوڪري

نازڪ نگاهون ڪٽين،
پئي تي ڪرين آر،
ڇاجي لئہ او ڇوڪري



هڪڙو مٺو هت هيو،
گل چنيءَ جا تا پچن،
ڪاڏي ويو سو اوچتو.

مون سان گڏ هي ڳوٺ جا،
خالي رستا تا ڏسن،
ڪاڏي ويو سو اوچتو.

ٻير، ٻيريون ۽ ڪنڊيون،
نمون لچندي تيو چون،
ڪاڏي ويو سو اوچتو.

جوڳي جوءِ مان ويو لڏي،
نيڻ تنهن لئہ رت روئن،
ڪاڏي ويو سو اوچتو.

ياڻ، پٽون، هيڪلا،
دل کي دورا تا پون،
ڪاڏي ويو سو اوچتو.



منهنجو ماڳ ٻيو
مونکي يار ڇڏيو
آنءُ وڃان ٿو ڳوٺ ڏي

تورا ڏينهن ڇڳي ڪري،
لوڪان ڏور لڏيو
آنءُ وڃان ٿو ڳوٺ ڏي

آنءُ نہ ورندس ڪو وري،
مون کي ڪين سڏيو
آنءُ وڃان ٿو ڳوٺ ڏي

مونکي سپني ۾ ھُيو
ڪلھ بہ شاھ[1] گڏيو
آنءُ وڃان ٿو ڳوٺ ڏي



---

[1] شاھ: شاھ عبداللطيف ڀٽائي

جيڪر ڏوهہ هجي،
مونکي ڏوهہ ڏسيو
منهنجو ڪنڌ ڪپيو.

اڇو ڪانيرا وڙ!
وٺن جان وڍيو
منهنجو ڪنڌ ڪپيو.

گهگهہ انڌاريءَ ۾،
مون آ سچ چيو
منهنجو ڪنڌ ڪپيو.

هاريو آهي مون،
مونکان ڪوڙ ڪٿيو
منهنجو ڪنڌ ڪپيو.



واهيءَ[1] جي پرسان،
بکر[2] آ شهيد،
اڄ بہ مرڪي ٿو.

وڏڙو ٿي وڙهندو
ڳاڙهو گل نويد[3]،
اڄ بہ مرڪي ٿو.

جوين ڏينهن ڪٽي،
منهنجو سوٽ وحيد[4]،
اڄ بہ مرڪي ٿو.

پنهنجا گيت ڏسي،
منهنجو يار سعيد[5]،
اڄ بہ مرڪي ٿو.



---

1 واهي: واهي پانڌي

2 بکر: بکر شهيد جو قبرستاب واهي پانڌي جي پرسان

3 نويد: منهنجو ڀائيٽو نويد

4 وحيد: منهنجو سوٽ وحيد

5 سعيد: سعيد ميمڻ سنڌ جو ناليوارو شاعر

هلڪي هلڪي بوند وسي،
پوڙيسر جي مٽي مهڪي،
خوابن کي تعبير ملي.

ڏک ڏولاوا ڏور هليا ويا،
بر ۾ چانڊوڪي برسي،
خوابن کي تعبير ملي.

اجري اجري صبح سويري،
تنهنجي پسيم هڪ جهلڪي،
خوابن کي تعبير ملي.

ڏيهه سڄو ٿيو خوشبو خوشبو
آئي هير ڏکڻ جي هلڪي،
خوابن کي تعبير ملي.

ڪارونجهر جي ڪور مٿان اڄ،
ڪنوٽين ڪيا هن ڪيچ نچي،
خوابن کي تعبير ملي.



چانور چوندبيندي،
آلا نيڻ ڪيئين.

نيٺ تہ ملندو هو
هن کي ساريندي،
آلا نيڻ ڪيئين.

ڪيئي درد هيس،
ڇيج کي لوڏيندي،
آلا نيڻ ڪيئين.

ڪالھ سهيلين سان،
قصا اوريندي،
آلا نيڻ ڪيئين.



هي جو ويندڙ هوت ڏي،
رُج آ سارو پنڌ،
ڏورن ڏکن واريون.

مهڙو پائن موٽ کي،
کاتيءَ هيڻان کنڌ،
ڏورن ڏکن واريون.

جن جي دلين ۾ عشق آ،
هي نہ تنين جو هنڌ،
ڏورن ڏکن واريون.

سرتيون پسان هوت کي،
تئي من سڳنڌ،
ڏورن ڏکن واريون.



پارا آن پوهہ جا،
آس ۾ تي پئي رهان،
ڪڏهن ايندي مينڌار.

چنبڊ وانگي هان اڪيلي،
راهہ تنهنجي تي تڪيان،
ڪڏهن ايندي مينڌار.

روز خوشبوءَ جي هٽان مان،
توڙي نياپا تي مُڪان،
ڪڏهن ايندي مينڌار.

سار تنهجيءَ جي سهاري،
هت پئي تي آنءُ جيان،
ڪڏهن ايندي مينڌار.



هڪڙي ڳالھ چوانءِ،
چا لئہ رسندي آن،
توريءَ توريءَ ڳالھ تي.

ٻارن وانگي تون ضدي،
ڪيڏو رئندي آن،
توريءَ توريءَ ڳالھ تي.

سوچيو تئي جذبات ۾،
ڇاڇا چوندي آن،
توريءَ توريءَ ڳالھ تي.

ڪاوڙ منجھ اچي ڪري،
چوڙيون ڀڃندي آن،
توريءَ توريءَ ڳالھ تي.

نہ تو تون سجاڻي،
آن ۾ اهو ئي ساڳيو.

تر ۾ منهنجا تاک ۾،
ماڳ آ مياڻي،
آن ۾ اهو ئي ساڳيو.

خاڪ ئي ملندي خاڪ سان،
آهي پڇاڻي،
آن ۾ اهو ئي ساڳيو.

جلدي اچ تون او پرين،
هاڻي جو هاڻي،
آن ۾ اهو ئي ساڳيو.

پيارا! منهنجي پيار کي،
نہ تو تون ڄاڻي،
آن ۾ اهو ئي ساڳيو.



توکي وڇڙڻ جو
ناهي کو احساس،
تون ئي مون لئه خاص آن.

نيري رنگ جو مون ورتو
تولئه آهه لباس،
تون ئي مون لئه خاص آن.

تون جو گڏ آن پو ٿيو
جيئڻ جو احساس،
تون ئي مون لئه خاص آن.

تنهنجو دل تي راڄ آ،
تون آن منهنجي باس،
تون ئي مون لئه خاص آن.



عشق ۾ جهڙو نچندو آهيان،
مون جهڙو تہ نچي،
ڪو تہ الا.....

جهڙو منهنجو سهڻو گل آ،
اهڙو گل تہ ڏسي،
ڪو تہ الا.....

رات اُگهاڙي لڳندي آهي،
تنهن کي هاڻ ڍڪي،
ڪو تہ الا.....

چيرن ڇم ڇم روڪي ڇو ٿو
ٻيهر رنگ رچي،
ڪو تہ الا.....



بي رخيءَ جا ڏير اربي،
شخص هڪڙو منهن مٿي ويو.

بارشن ۾ ياد آيو
دل تي منهنجي تيز ڏڙڪي،
شخص هڪڙو منهن مٿي ويو.

چنڊ مونکان رات پڇيو
هو ڪڏهن توسان ٿو پرچي،
شخص هڪڙو منهن مٿي ويو.

مون نہ سوچيو هو ائين پي،
يار ٿيندو ايڏو پر تي،
شخص هڪڙو منهن مٿي ويو.

هو جدا ٿي آ ويو جو
'مير' تنهن لئہ پيو ٿو تڙپي،
شخص هڪڙو منهن مٿي ويو.



آئين تون جو اوچتو
ماري وڏئي لال،
موت مرين تون شال.

چنڊ بہ چمڪڻ هو چڙيو
تارا ٿيا بي حال،
موت مرين تون شال.

سندر گهايا گهوٽ تو
جوڌا جُنگ جلال،
موت مرين تون شال.

ڪڏهن ڀانو ڪو پيو
ڪڏهن بند ٿين وال[1]،
موت مرين تون شال.



(6_4_2011 ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي وڇوڙي تي لکيل)

[1] وال: دل جا وال

ڏرتي ساري پئي جلي،
تون سدائين ننڊ ۾!

تون بہ خوشبوءَ ڏانهن وڃ،
ڪير تو توکي جهلي،
تون سدائين ننڊ ۾!

اڄ بہ پوڙهو ڳوٺ جو
سور ساڳيا تو سلي،
تون سدائين ننڊ ۾!



هڪڙي تنهنجي ياد،
بي پنل هيءَ رات،
ٽڪرا ٽڪرا ٿي ڪري.

ڪيئن وساري مان ڇڏيان،
گذريل ملاقات،
ٽڪرا ٽڪرا ٿي ڪري.

گفتو گفتو سونهن آ،
تنهنجي هر هڪ بات،
ٽڪرا ٽڪرا ٿي ڪري.

تنهنجي مونکي او پرين!
ڪاوڙ ۽ جذبات،
ٽڪرا ٽڪرا ٿي ڪري.



ساوڻ جا سڏڪا،
ڪوڀ نا ڇاڻي تو.

ٽڪرا ڪيئن ٿيا،
منهنجا هي سپنا،
ڪوڀ نہ ڇاڻي تو.

راتين گهاوَ ڏنا،
جهريل هي جذبا،
ڪوڀ نہ ڇاڻي تو.

سڀ ڪي پنهنجي آ،
'حاجن' جا اُلڪا،
ڪوڀ نہ ڇاڻي تو.



جيون سپنو آ،
پر تي ڏينهن ڇُڳي،
هرڪو هلندو آ.

سڀ ڪو مطلب جو
دنيا ڪوڙ رُڳي،
هرڪو هلندو آ.

ڪن کي درد مليا،
ڪن کي يار خوشي،
هرڪو هلندو آ.

فاني ديس ڇڏي،
دير سوير اُٺي،
هرڪو هلندو آ.



توکي ڏسندي ئي،
نيٽن ٿڪ يڳا.

آئي جئن ملي،
ير ۾ ويهندي ئي،
نيٽن ٿڪ يڳا.

کھڙا حال اٿئي،
پرينءَ چوندي ئي.
نيٽن ٿڪ يڳا.



ڪير نہ وڙهندو آلا،
پنهنجي ڌرتي لا.

تانڊا هر رستو
سيڪو گهڙندو آلا،
پنهنجي ڌرتي لا.

وڙهندو وڙهندو هو
اڳتي رڙهندو آلا،
پنهنجي ڌرتي لا.

دشمن ڍير ڪپي،
چوٽيءَ چڙهندو آلا،
پنهنجي ڌرتي لا.



## ترائيل

تنهنجي پيرن جي پايل جي ڇم ڇم ٻُڌي
واٽ ويندڙ رڪيا، ساز ڪيئي ڇڙيا
ڪانہ محفل ڪٿي رات وئي ڪُٺي
تنهنجي پيرن جي پايل جي ڇم ڇم ٻڌي
وار ڇوڙي ڇڏيئي سُرهي خوشبو اُٿي
سونهن تنهنجيءَ مٿان پونئر ڪيئي مڙيا
تنهنجي پيرن جي پايل جي ڇم ڇم ٻڌي

❀

هوءَ اکين جي ٺار جهڙي ڇوڪري
ڄامشوري جي وٽن جهڙي لڳي
سا گلن جي هار جهڙي ڇوڪري
هوءَ اکين جي ٺار جهڙي ڇوڪري
ويهي پسجي پيار جهڙي ڇوڪري
سال گذريا ڪا نہ ڏٺيم ڪا اڳي
هوءَ اکين جي ٺار جهڙي ڇوڪري

❀

دل تي چاهي تارن سان ڪا شام ملهايون،
دل تي چاهي چنڊ سان ڳڌجي گيت ڪي ڳايون،
دل تي چاهي چنڊ سان ڳڌجي گيت ڪي ڳايون.

## ها! پر ڪنهن جي ڏات انوکي

هر ڪو شاعر ماڳ مٽي تو
راهہ رباني يار وٺي تو
ها! پر ڪنهنجي ڏات انوکي
صديون زندهہ رهندي آهي
چنڊ جيان ئي روشن ٿجي
سڀ کي راهہ ڏسيندي آهي
دوکي جي ديوار کي بيشڪ
ڏار وجهي ڏاريندي آهي
ويرين ڪنڌ ڪٽيندي آهي
رُج سفر ۾ ساٿي ٿي هوءَ
گهاٽي ڇانوَ بہ ٿيندي آهي،
دل تي ڇٽ ڇٽيندي آهي

پوءِ بہ هن جو ساڳيو جهيڙو
اوندهہ سان ئي هوندو آهي
ماروئڙن ۽ مزدورن جو
ڏڍ بہ 'حاجن' تيندي آهي
جبلن جيڏا برج ڪيرائي
آساني سان وجهندي آهي
ڏاڍن ڪان بہ ڏاڍي آهي
ڪنهن جي اڳيان جهڪندي ناهي
صديون زندهہ رهندي آهي
ها! پر ڪنهنجي ذات انوکي
ها! پر ڪنهنجي ذات انوکي.

✻

## دل ٿي چاهي

دل ٿي چاهي رخ هوا جا زوريءَ موڙيون
دل ٿي چاهي رات جا ڪارا پڙدا ٽوڙيون
دل ٿي چاهي درد هي گهرا ڪين سهي ڪو
دل ٿي چاهي خواب نہ ڪنهن جو قتل ٿئي ڪو
دل ٿي چاهي ڪوئي نہ ڪنهن کي چهڪ ڏئي ڪو
دل ٿي چاهي ڪاريونورديون ساڙي ڇڏجن
دل ٿي چاهي خاڪي ورديون ڦاڙي ڇڏجن
دل ٿي چاهي ماڻهن کي ڪا سوچ نئين ڏيون
دل ٿي چاهي جذبا جاڳن لوچ نئين ڏيون
دل ٿي چاهي تارن سان ڪا شام ملهايون
دل ٿي چاهي چنڊ سان گڏجي گيت ڪي ڳايون
دل ٿي چاهي چنڊ سان گڏجي گيت ڪي ڳايون.



## هوا خاموش ٿي وئي آ

پرين تنهنجي وڃڻ کانپوءِ
هوا خاموش ٿي وئي آ
ڪلا خاموش ٿي وئي آ
لڙن ٿا شام جا پاڇا
وڃين ٿو تون مشائخ ڏي
رئن ڪانڊي ڪري دانهون
ٻڌي پو ڪير هي آنهون
لٽل ڇهرو ڏسي تنهنجو
حنا خاموش ٿي وئي آ
گگن ۾ گيت تنهنجا هن
ٻٽيا سي ميت تنهنجا هن
اڃان ساريون هي سڳداسي
سڌن ٿيون لاڙجون توکي
انگورن جي ولين جهڙيون
تنهنجون ڳالهيون هيون اهڙيون
ٻڌائي ڪير هاٺي سي
ڪٿا خاموش ٿي وئي آ
پرين تنهنجي وڃڻ کان پو



(سنڌ جي ناليواري شاعر حسن درس جي وڇوڙي تي لکيل)

# ڪي انگ اُگھاڙا ماڻھو ھن

او ڏيھہ منھنجي جا رکوالا
ھڪ ڳالھہ تہ ٻڌا ئ ڪن ڏئي
آ دعويٰ تنھنجي ھر ويلي
مان مظلومن جو ساٿاري
چئين، محڪومن سان آ ياري
آ دعويٰ تنھنجي ڪوڙ رڳو
آ تنھنجي منھن ۾ ڊوڙ رڳو
تو ڪڏھين ڪنڌ واري ڏٺو!؟
ڪي تنھنجي گھر جي پاڙي ۾
ڪي پيٽ بکايل ماڻھو ھن
ڪي انگ اُگھاڙا ماڻھو ھن
تو تن جو ڪھڙو داد ڪيو
جي غربت پيڙھيا ماڻھو ھن
او ڏيھہ منھنجي جا رکوالا
آ تنھنجو پيٽ ئي ڪونہ ڀريو
تون پاڻ اُگھاڙو گھمندو آن
تون ڪھڙو ٻين ڪي اوڍيندي؟!
۽ ڪيئن تون ٻين ڪي ڍئہ ڏيندي!
او ڏيھہ منھنجي جا رکوالا!
ھڪ ڳالھہ تہ ٻڌا ئ ڪن ڏئي؟!



# ماريو ويو

اي سنڌڙي تنهنجي گهوٽن کي
ڪٽ ساڙيو ويو ڪٽ ماريو ويو
ڪو ڦاهيءَ ڦندي چاڙهيو ويو
ڪو باهه وڏيءَ ۾ ٻاريو ويو
ڪو ٽارچر ۾ آ ڳاريو ويو
۽ جسم آ ڪنهن جو ڪاريو ويو
ڪو چيريو ويو ڪو ڏاريو ويو
اي سنڌڙي تنهنجي گهوٽن کي
ڪٽ ساڙيو ويو ڪٽ ماريو ويو

ڪو پيڙهيو ڪو تڙپايو ويو
۽ ڪنهن کي زهر پياريو ويو
ڪو بدن آ برف سان ٺاريو ويو
ڪو شاٽن سان آ ماريو ويو
آ روڊن تي رت هاريو ويو
ڪٽ قيد عمر ۾ گهاريو ويو
اي سنڌڙي تنهنجي گهوٽن کي
ڪٽ ساڙيو ويو ڪٽ ماريو ويو.



(12_4_2011 جيئي سنڌ اڳواڻ سرائي قربان کهاوڙ روپلو چوليائي جي شهادتي لکيو ويو.)

چا نازنوبليءَ جو،
من کي تہ ويو موهي، انداز سهيليءَ جو.

هي ڪوٽ ڪري پوندا،
ايمان پڪو رکجان، ڏونگر بہ ڏري پوندا.
❀

رت چاڻ جي رُت آهي،
تون شهر نہ وڃ پيارا!، چڪتاڻ جي رُت آهي.
❀

مون سر ڪي نوايو آ،
اي سنڌ اڳيان تنهنجي، مون ڪنڌ جهڪايو آ.
❀

تون سار اماڻين ٿي،
مان سمجهان ائين ٿو پيو جڻ پيار اماڻين ٿي.
❀

ڪا مند تہ اچڻي آ،
ۼ سنڌ جي ويرين کي، ڪا باھ تہ لڳڻي آ.
❀

هي ربَ رکيو تنهنجون،
سي تير پيون تاڻن، اي يار اکيون تنهنجون.
✿

چا پيار خطن ۾ آ،
سا ڪانہ ڪٿي هوندي، جا خوشبو بدن ۾ آ.
✿

ڪا سونهن پري آهي،
من روز لڇي تنهن لئہ، دل جنهن لئہ چري آهي.
✿

سردار مديني ۾
مان يار وڃي رهندس، هر بار مديني ۾.
✿

رک پيار اکين ۾ تون،
ڪر هاڻ ڪٿي پنهنجو وبهار اکين ۾ تون.
✿

بي داد جي نگري آ،
احساس پيا تڇڪن، ڄڻ دنيا سگري آ.
❁

آ پنڌ اجان پرتي،
نہ ترس ڪٿي پيارا! منزل تہ گهٽو اڳتي.
❁

چا ناز نويليءَ جو،
من ڪي تہ ويو موهي، انداز سهيلي جو.
❁

هر ويل پئي چڪيا،
جي جهير ڏنا هن تو سي جهير نہ ڪنهن سبيا.
❁

ڪجهہ ڏيان ڏري ڏي تون،
اڄ پياس لهي من جي، مڌ اهڙو پري ڏي تون.
❁

مجبور ٿيون اکيون،
ڪا ديد نہ ٿي تن ڪي، بي نور ٿيون اکيون.

✽

بارات جي موسم ۾،
اڄ ياد وري آئين، برسات جي موسم ۾.

✽

تون پير سنيالي وڃ،
اڄ شهر ۾ آ ڪرفيو، گهٽ گهيڙ سنيالي وڃ.

✽

اٺموٽ وئي گهائي،
هيءَ منڊ ڪٿان آئي، جا گهوٽ وئي گهائي.

✽

سڀ درد پلائي ڇڏ،
هٿ ڪو بہ نہ اُگهندو آ، تون لڙڪ لڪائي ڇڏ.

✽

برسات وسي پوندي،
۽ تون جي پرين ايندي، ها، باک ڦٽي پوندي.
❀

هي جيءُ جهري پوندو،
جي دير ڪندي دلبر، هي هانءُ ڇڄي پوندو.
❀

مارو تہ هيا مٺڙا،
پر تن جا ڏنا ها مون، ليڙون تہ هيا لٽڙا.
❀

اقرار نہ ٿا ڄاڻن،
بي درد اٺئي ماڻهو ڇو پيار نہ ٿا ڄاڻن.
❀

# استاد بخاري کي ڀيٽا

آنڌي ڪيڏي ڏيهه ۾، ڏينهن بہ ٿي ويو سياهه،
’وطن ۽ وبساهہ‘، سوڌا ڇڏن ڪينڪي.

تنهنجا سندر گيت، جڻ تہ پيتائي پاءُ تون،
’او تون ۽ جوتون‘، جرڪن چانڊوڪيءَ جيان.

ٽر ٽي پوندا مينهن ۽ رچندا رنگ گلاب جا،
ويندا ڏينهن عذاب جا، ’ماندي ٿيءَ نہ ماروي‘.

ڪاڇي مٿان ڪونجڙيون، ساز آواز سنگيت،
’گلدستي ۾ گيت‘، ڪيڏا سندر ٿا لڳن.

ويهہ نہ چپ سبي، ڏسي رتو چاڻ،
’ڪوڪڻ يا ڪلياڻ‘، ٻن مان هڪڙي ڳالهہ ڪر.

’گهڙيا سي . چڙيا، رات نہ ڪٽي ترسيا،
وڃي ٻئي پر ٿيا، ماڻڪ موتي ميڙئي.



(ڏنگين ۾ استاد بخاري جي ڪتابن جا نالا آهن.)

نم جي ٽڏڙي چانوَ
شايد هوءَ اچي پئي
ڪان ڪان ڪن ٿا ڪانوَ

تيبل تي اسڪاچ [1]
جيمخاني ۾ شور هو
اڏ اُگهاڙو ناچ

جرڪي پوندي جوت
رات ٻه رمندي ولهه جي
مڌ پيالو اوت

آئي نه ڪڏهن هوءَ
اڄ ٻه لهندي سج جي
گهائي ڪويل [2] ڪوءَ

يوڳي ويٺو فرد
وڇڙي، هو محبوب کان
تنهائي جو درد

نم جي ٽڏڙي ڇانوَ
شايد هوءَ اچي پئي
ڪان ڪان ڪن ٽا ڪانوَ



---

[1] اسڪاچ: شراب جو قسم
[2] ڪوءَ: ڪوڪ

تيز وسيو ٿي مينهن
ياد اچي ويو اوچتو
وڇڙڻ وارو ڏينهن.

چوٿيءَ ڳاڙهو گُل
وڻڻ پوني آ وئي
شهر ۾ هو هُل

خوشبو گل گلاب
توسان واگيل او پرين!
منهنجو هر هڪ خواب

سچل تنهنجا بيت
جرڪن چانڊوڪيءَ جيان
ساوا، پيلا ڪيت.

❀

# هائيڪو نظم

ڪٽڪن ۾ پيو لاب
ماڻيو خوشيون اوپرين!
پورو ٿئي جي خواب

ڪٽڪن ۾ پيو لاب
رئي کي منهن تان ڪري پري
ايڏو ڪر نہ حجاب

ڪٽڪن ۾ پيو لاب
ترڇي نظر جو وار آ
اکيون جڻ عقاب

ڪٽڪن ۾ پيولاب
يادون تنهنجو آئيون
موڪل ڪو نہ جواب

ڪٽڪن ۾ پيو لاب
اوسيئڙي ۾ ٿو رهان
نيڻ وهائن آب

ڪٽڪن ۾ پيو لاب
پري پاڻي کوهہ تان
چلي چال نواب

ڪٽڪن ۾ پيو لاب
ڪوڪو سهندو گهاوَ هي
تکو تيز شباب

ڪٽڪن ۾ پيو لاب
دل ۾ ڪليل درسندا
اڄ تون بي حساب

ڪٽڪن ۾ پيو لاب
پئي نہ پتو ڪو عشق ۾
ڪهڙو ڏوهہ ثواب

ڪٽڪن ۾ پيو لاب
پاڻ نہ نيرو تون وڳو
ڪنديءَ تون قواب

ڪٽڪن ۾ پيو لاب
سيارو ڪتيم سوڳ ۾
ناهي ڪو احباب

ڪٽڪن ۾ پيو لاب
ڳاڙها جهنڊا ڳوٺ ۾
ايندو انقلاب



# سچائي اشاعت گهر جا شايع ٿيل ڪتاب

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. | هڪ سئو تاريخ ساز شخصيتون | مترجم: يوسف سنڌي | 500 |
| 2. | سنڌي ادب | يوسف سنڌي | 550 |
| 3. | هل ته دهلي گهمون (سفرنامو) | يوسف سنڌي | 350 |
| 4. | هوگو شاويز | يوسف سنڌي | 80 |
| 5. | سنڌ سان ڇا ٿيو؟ | مترجم: يوسف سنڌي | 80 |
| 6. | چلو چلين پنجاب (سفرنامو_اردو) | يوسف سنڌي | 200 |
| 7. | ڪڏهن، ڪيئن ۽ ڪِٿي | يوسف سنڌي | 100 |
| 8. | ڪرفيو ۾ لکيل ڊائري | نجم عباسي | 130 |
| 9. | بند ٿي ويل دروازو (ڪهاڻيون) | ذوالفقار ڪانڌڙو | 130 |
| 10. | سنڌ: سوچون ۽ سوال | نصير ميمڻ | 180 |
| 11. | نيرانائي نيڻ (شاعري) | مريم مجيدي | 390 |
| 12. | بارش ڪانپوءِ (شاعري) | ذوالفقار سيال | 150 |
| 13. | دل جي دري (ڪهاڻيون) | پرويز | 130 |
| 14. | ڏيمي وهڪ دريا جي (شاعري) | مشتاق سعيد | 130 |
| 15. | ٽڪرا ٽُٽل وجود جا (شاعرائو نثر) | اياز امر شيخ | 120 |
| 16. | پيهي جان پاڙ ۾ (آتم ڪهاڻي) | پرويز | 350 |
| 17. | پرپور سمندر گرجي ٿو (شاعري) | مشتاق سعيد | 160 |
| 18. | بدلجندڙ دور ۾ سنڌ | نصير ميمڻ | 190 |
| 19. | ويندڙ رُت جي شام (ڪهاڻيون) | حفيظ خان/پرويز | 150 |
| 20. | ڇڳو قاسم موڪلاڻي ڪانهي | يوسف سنڌي | 190 |
| 21. | نيرا خواب (شاعري) | مير حاجن مير | 150 |
| 22. | هڪ سنڌ ۾ نظام (ڪرانالاجي) | يوسف سنڌي | 300 |

گهرائڻ لاءِ لکو

**سچائي اشاعت گهر**

دڪان نمبر 42 رابعه اسڪوائر،
گاڏي کاتو حيدرآباد
فون: 03013640468



تخليقي شاعري ذهن ڏونڏاڙي ڇڏيندي آهي. تخيلقي شاعري رڳو حال جي ترجمان نه هوندي آهي اُها ماضي سان گڏ مستقبل جي آئينه دار به هوندي آهي. جيئن مير حاجن مير جي هيءَ وائي آهي.

دل جي گهايل گهاٽ تي
نيٺ چمڪي چنڊ پوندو!

نيٺ پنهنجي ديس تي
ڪاري ڪاري ڪارِ ٽي
نيٺ چمڪي چنڊ پوندو!

بر ۾ باهيون ٽيون ٻرن
ٽر جي واري واٽ تي
نيٺ چمڪي چنڊ پوندو!

وسيم سومرو.

مير حاجن مير بهترين انداز ۾ پيار محبت ۽ زندگيءَ جي مختلف رُخن سان گڏ سماجي چڱاين لڱاين، بي حسين، نا انصافين ۽ ٻين اهڙن انيڪ مسئلن ۽ مامرن کي پنهنجي شاعرائي حس ۽ حظ سان ڇهيو آهي.

پروفيسر عزيز ڪنگراڻي

مير حاجن مير جو پهريون ڪتاب "رنگ خوشبوءِ ۽ گل" کان نيرا خواب وارو سفر متناسب لڳو. سفو به ائين آهي ته ماٺهو جي پهرين وِک کان ٻي وک اڳيان هجي "نير خواب" ۾ غزل ۽ مختلف صنفن تي ڪيل مشق سلي لڳي.

تون نه پنهنجو ڪنڌينءَ آئون ويندس رُلي
آءُ مون ڏي وري تون نديءَ جيان ڇُلي

ندي جيان ڇلي موٽ ڪائڻ وارو وڻندڙ استعارو آهي.
مير حاجن مير جي شاعري مون کي گهڻن سنڌي شاعرن کان پختي ۽ گهري لڳي.

ج.ع. منگهاڻي

# سورهہ سنڌي ادب




## صاحب خان ”سورهہ“ ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488